# ڪي جو ٻيجل ٻوليو

شيخ اياز



# ڪي جو ٻيجل ٻوليو

(سنڌي ڪلام جو مجموعو)

شيخ اياز



نيو فيلڊس پبليڪيشنس
ٽنڊو ولي محمد، حيدرآباد سنڌ.
1987ع

نيو فيلڊس پبليڪيشنس جو ڪتاب نمبر چورانوي

| | |
|---|---|
| ڇپائيندڙ | نيو فيلڊس پبليڪيشنس<br>ٽنڊو ولي محمد، حيدرآباد سنڌ. |
| ڇپيندڙ. | نيو فيمس پرنٽنگ. پريس<br>هوم اسٽيڊ هال چاڙهي، حيدرآباد. |
| پهريون ايڊيشن | سيپٽمبر 1970ع |
| ٻيو ايڊيشن | مئي 1987ع |
| ٽائيٽل | فتاح هاليپوٽو |

قيمت. 25/- رپيا



---

KI JO BIJAL BOLYO (Poetry) Written by SHAIKH AYAZ. Published by New Fields Publications, Tando Wali Mohammed, Hyderabad Sind. Pakistan. First Edition September 1970 Second Edition May 1987. Price Per Copy Rs. 25/-

سنڌ ديس جي عظيم محب وطن
محترم جي. ايم. سيد
جي نالي

”سچ سياڻي جا ڪري، سائي ساميءَ روءِ.“ـــ شاهه

”ڪي جو ٻيجل ٻوليو، ٻنيءَ وڃي پيان“...
(ڀٽائي — سورٺ)

# فهرست


مهاڳ- (١-٣٨)

• منظوم ڊراما [٩-٥٤]

دودي سومري جو موت ٩
رني ڪوٽ جا ڏاڙيل ٣٧

• گيت ۽ وايون [٥٥-٧٠]

ڪنڊيءَ نہ سگري، ٻير نہ پلڙو.... ٥٧
ڪيڙو ڪيڙو ڪوھ ڪرين!.... ٥٨
جيجل منهنجو جيئڙوا.... ٥٩
ڪاريءَ ڪنڊيءَ تان ڪنهن جا پہ ڏيٺا.... ٦٠
باک ڦٽيءَ جو بانورا!.... ٦١
ھٿ ھٿ پيريون چاگريون!.... ٦٢
ھٿ ھٿ منهنجي چولڙي.... ٦٣
تون لنوائيندين بہ مون کي ڪيستائين؟.... ٦٤
وت جلائي ويھ!.... ٦٤
گھر گھر جوت جلائي.... ٦٥
او ڪاٿھ م ڪونجڙيوا.... ٦٦
چوري ٻوء نہ ڪيتڪي.... ٦٦
گيا گھر گھا گھر گھاٽ.... ٦٧

آيپ ڪپر تي ناوَ، چنڊ پيو اپري!.... ٦٧
آڏا لڪَ ته ڏس!.... ٦٨
هيءِ نيرو آڪاسُ.... ٦٨
ڪنبُ نه تون ڪاپائتي!.... ٦٩
ڳاڙها ڳيرو آئيا.... ٦٩
ونجهه تکيرا وانجهيو!.... ٧٠


## غزل [٧١-٩٨]


سکي هوا ۾ هڳاءُ آهي.... ٧٣
چٽ پورا ڪيا ڳهڙي تي مون.... ٧٤
لار تنهنجي لڳي آهيان لالثا!.... ٧٤
ساڳُ پنهنجي پَليي، سنڌ پوءِ پيي پلي.... ٧٥
هانءُ منهنجو هرڻُ.... ٧٥
جا خدا ڪان نه ٿي، جا نه امڪانَ ۾.... ٧٦
ٿي املتاس تان ڪوڪ ڪويل ڪري.... ٧٧
جهوپڙي پاهران رات جهانجهر وڳي.... ٧٨
پيجل سواءِ پي ته لکا ناءُ لوڪ ۾.... ٧٨
هيءِ هرڻ بانورو ڪيستائين هجي؟.... ٧٩
پهه ٿي نينگريون، چانڊنيءَ ۾ پٽڻ.... ٧٩
ڪونج ڪرڪي پٽي ڪا آتر پار جي.... ٨٠
ڏور تيندا وچن روز جو ڳيئڙا.... ٨٠
ڪيت ڪُورا تيا، ڏينهن ڏاڍا تتا.... ٨١
تو جلي هي جبلُ، لوءِ هوريان ته هلُ!.... ٨١
رات جي رانيءَ ڪٿي قلهار آ.... ٨٢
اڄ ڏسي ڳاڙها ڪڪر آڪاس ۾.... ٨٢
هيءِ سيارو، هوا، مٿن تي مات!.... ٨٣
شاعري جي روحُ گرمائي نه ٿي،.... ٨٣

اگر دائم آهي ته درياهه آ.... ٨٤
کي مالُ ٻيڙن، کي آکڙن تا.... ٨٤
تو لئه تڪيندي ڏيئا اُجهاڻا.... ٨٥
هوندي مايا آپرمپار.... ٨٦—٨٧
آڏيءَ اُٿي تا هُو گيت جوڙن.... ٨٨
آڪاس نيرو، نرمل اُجالا!.... ٨٩
راتڙ وارن کي وري چنڊڪو ڏئي.... ٩٠
اُجا ٻه نڱل تي هيا نڪتاڻا.... ٩١
تڪا ڪيئن نه ماري ويا تاڙ ۾.... ٩١
نه موٽو گهڙيءَ لاءِ گهاتو ڏئي.... ٩٢
تنيءَ ۾ گهڙو ڪا پري تي پئي.... ٩٢
پيلا پنڌ هيئن ڪو اُڀرو ڪري!.... ٩٣
ويچ! تون چو نه ٿو ورائين پانهن؟.... ٩٣
ٿني جي هوا ۾ گلابي بدنُ.... ٩٤—٩٥
تُون نه آئين، نه آئين، نه آئين اجا.... ٩٦
ڪيچ ڏي آءٌ چو ٿي ڪهان، اي اديون!.... ٩٦
ٿي ماڪ وسي ميخاني تي.... ٩٧
جي هانءَ نه هارين، ڪوهيارل!.... ٩٨

• **نظم** [٩٩—١٢٨]

طوفان اجا ته پري آهي — .... ١٠١
مان ڏوهي هان، مان ڏوهي هان — .... ١٠٢—١٠٤
چا سوچان تو مان، ڪيئن چوان!.... ١٠٧
'تون ڪير؟'.... ١٠٨
اڄ گوڏي جيڏو مينهن وُٺو.... ١٠٩
هيءَ بيت آتي، هي ٻر گولو.... ١١٠—١١١
دل روز چوي ٿي دُور وڃان.... ١١٢

کوناريءَ جڻ ڪيتي بندر.... ١١٣

لاڙي وينگس.... ١١٤

واڙيءَ ۾ ويڙهاند ڪيائون.... ١١٥

موت تنهنجو جلاوطن ماڻي!.... ١١٦-١١٧

ڦُلان هڪ ماچائي هئي،.... ١١٨-١١٩

ڪاري رات، ڪُويهري ڦُڙ ڦُڙ.... ١٢٠-١٢١

ڪارو ڪانگ پريان پُونم ۾.... ١٢٢

گهايل سوار ڪي.... ١٢٣

هو چون ٿا.... ١٢٤

جت لڱ لڳي، جت اڪ ٽپن.... ١٢٥-١٢٦

ڪٿي تہ پيچبو ٽڪ.... ١٢٧

اي ماءُ، منهنجون چڱون نه ويا! وڍيل وڻ تي
بازَ نه ويهندا آهن.
(هڪ پشتو لوڪ گيت)

# مهاڳ

شيخ اياز جي شعر جو هيءُ ٽيون مجموعو آهي، جو ڪتابي صورت ۾ پيش ٿي رهيو آهي. سندس پهريون مجموعو، ”ڀؤنر ڀري آڪاس“، جون ١٩٦٢ع ۾ ’پاڪستان رائيٽرس گلڊ‘ وارن ڇپرايو، جنهن کي سنڌ دشمن ون-يونٽي حڪومت، سنڌ ۽ سنڌي ادب جي بدخواهن جي چرچ تي، ٻه ورهيه پوءِ، مئي ١٩٦٤ع ۾ ضبط ڪيو. سندس ٻيو مجموعو، ”ڪلهي پاتم ڪينرو“، ١٩٦٣ع ۾ شايع ٿيو، جنهن کي پڻ پنج سال پوءِ، ١٩٦٨ع ۾ ساڳيءَ حڪومت ساڳين ماڻهن جي چور تي ضبط ڪيو. تنهن کان پوءِ سنڌ جي هن بي‌مثل شاعر ڪافي ڪجهه شعر ڇپيو، جيڪو سنڌ جي بحاليءَ ۽ خود اختياريءَ جي جدوجهد هلندي، وقت بوقت، خاص طرح ماهياني رسالي ”روح رهاڻ“ ۾، ڇپبو رهيو. اُن دور جو سندس شعر، جنهن ۾ ”جل جل مشعل جل!“، ”هي گيت اجايل سورن جا“ ۽ ”رُت آئي ڳاڙهن ٻيرن جي“ جا نندا ڳڻتڪا ۽ ڪيترو ئي ٻيو ڪلام شامل آهي، ۽ جيڪو مارچ ١٩٦٩ع ۾ لڳل ٻئي مارشل لا تائين دور جي پيداوار آهي، ”وڄڙن وسڻ آئيون!“ نالي هيٺ گڏ ڪيو ويو آهي، ۽ اميد ته ترت ئي الڳ ڪتابي صورت ۾ پيش ڪيو ويندو. هيءُ مختصر مجموعو، جيڪو ”ڪي جو ٻيجل ٻوليو“ جي نالي سان هيٺ پيش ٿي رهيو آهي، اُن ۾ جيڪو به شعر آندل آهي، اهو مارچ ١٩٦٩ع کان پوءِ جي ٻن مهينن جي عرصي ۾ تخليق ٿيل آهي. شعر جي مٿين ٻن ڪتابن جي ضبطيءَ کان سواءِ، اياز جو هڪ نثري ڪتاب، ”جي ڪاڪ ڪڪوريا ڪاپڙي“،

پڻ، ١٩٦٣ع ۾ شايع ٿيڻ کان پنج سال پوءِ، خالص سنڌ دوستيءَ جي سزا طور، ١٩٦٨ع ۾ ضبط ٿيو. ڏسجي ته هاڻي سنڌس هين تازي ڪلام جي اشاعت تي سنڌ، سنڌي عوام ۽ سنڌي ٻوليءَ ۽ ادب جي دشمن حضرات جو ڪهڙو ٿو ردعمل ٿئي! چڱائيءَ جي اميد ته منجهن اڄ به ڪانهي. تاريخ جي ثابت ٿيل حقيقت وطن جي غدارن بابت هيءَ ئي آهي ته هنن جي خمير ۾ سواءِ بدديانتيءَ ۽ بدڪرداريءَ جي ٻيو ڪجهه به نه آهي. ۽ سندن جواب ڏاڪ علاج اِهوئي آهي ته سنڌ جا انقلابي محب وطن پنهنجي وطن پرستيءَ جي جذبي ۽ عمل کي جيئن پوءِ تيئن وڌائين ۽ تيز کان تيز تر ڪندا رهن. اياز جي هين شعر ۾ به وطن تان سِرُ گهورڻ وارن لاءِ پنهنجي اعليٰ جذبي ۽ مقدس عمل کي وڌائڻ ۽ جيئن پوءِ تيئن وڌيڪ تيز ڪرڻ جو مڏ موجود آهي.

آگسٽ ١٩٤٧ع ۾ پاڪستان وجود ۾ آيو. ١٩٤٩ع ۾ سنڌ کان ڪراچيءَ کي ڇني ڌار ڪيو ويو. ١٩٥٥ع ۾ سنڌ کي چوڪنيو ٻڌي، ون يونٽ جي آڏو آڇليو ويو. سنڌ جي سنڌي ٻوليءَ جي جاءِ تي اردوءَ جا وڏي طمطراق سان طبل وڄڻ شروع ٿيا. سنڌي ٻارن کي اردو زوريءَ سيکارڻ جاري رکي ويئي ۽ اردو ٻارن کي سنڌي سيکارڻ بند ڪئي ويئي! عوام جي تنگ گذراني وسيلن تي قبضا ٿيا. ماڻهن جي زبانن تي ماٺ جون مهرون لڳنديون رهيون. ايوبي دور جي آمريت پنهنجي ننگي روپ ۾ نروار ٿي. ”پاڪستانيت“ ۽ ”مسلمانيءَ“ جي نالي ۾ عوام جي هر قومي امنگ کي نهوڙڻ جي ڪوشش عمل ۾ آئي. اختيار ۽ اقتدار جي صاحبن پنهنجي پوري طاقت ان تي صرف ڪئي ته سنڌ پنهنجي ذهني ۽ سياسي غلاميءَ مان اپري نه سگهي. ايتري لاءِ ۽ انڌڪار ۾ سنڌي شاعر ۽ سنڌي اديب اميد جو ڏيئو ٻاريو.... ۽ اهو ٽمڪندو رهيو—

هي ڪارو ڪارونيار ته ڏس، هو ڏورانهون ڏهڪار ته ڏس!
مون ڪيڏيءَ جرءَ جي جهاڳ مٿان هي ديپ جلايو آ، پيارا!

تان جو نومبر ١٩٦٨ع ۾ هي سحر ٽٽو، عوام جون اکيون کليون، ۽ عوام اٿيو، ۽ ڏاڍ ۽ ڏهڪاءَ جا قلعا ڀُرڻ شروع ٿيا. نومبر ١٩٦٩ع ۾ ون يونٽ جي اشڪنجي مان پاڪستاني قومن جي ڇوٽڪاري جو اعلان ٿيو ۽ پهرين جولاءِ ١٩٧٠ع تي اولهه.پاڪستان جي پين صوبن سان گڏ سنڌي عوام جو سڳورو سنڌ ديس پڻ پيهر دنيا جي نقشي تي اُڀريو، برحق ۽ بحال ٿيو.

وطن جي انڪار جو فلسفو يا نظريو محڪوم ۽ مظلوم قومن لاءِ هر صورت ۽ هر حالت ۾ تباهيءَ ۽ ذلت جو فلسفو آهي، ۽ اهو فقط ملڪ جا غدار ۽ ملڪ جا دشمن پيش ڪندا ۽ پکيڙيندا آهن. اياز جو شعر وطن جي تسليميءَ، وطن جي بچاءَ ۽ وطن جي آبروءَ ۽ عظمت جو شعر آهي ۽ اُن لاءِ محب وطن نوجوانن، ٻارن ۽ ٻڍن ڪان اهو هر قسم جي جُهد ۽ قربانيءَ جي طلب ڪري ٿو. اُن ۾ وطن جي غدارن ۽ وطن جي دشمنن لاءِ اٿاهه نفرت ۽ بي پناهه غصو موجود آهي. اِنهيءَ ڪري وطن جا غدار ۽ وطن جا دشمن ۽ غاصب پڻ اياز ۽ اياز جي شعر کي برداشت نٿا ڪري سگهن، ۽ هر وقت ٻنهي کي خاموش ڪرڻ لاءِ نُنهن چوٽيءَ جو زور لڳائيندا رهيا آهن. جيئن ئي ١٩٥٤ع ۾ ٽه-ماهي رسالو "مهراڻ" شايع ٿيو ۽ اُن ۾ اياز جو ۽ ٻين قومي شاعرن جو شعر باقاعدي اچڻ شروع ٿيو، تيئن هنن غدارن ۽ غاصبن جي ڪئمپ ۾ چڻ ڪڙو لڳو، ۽ هو ٻڌن پوڻن ڪري، پنهنجا زهريلا ڏنگ ٽئين ٽئين زهر سان پري، ڇوڏاري ميڙي آيا، ۽ اڄ تائين اُنهن ۾ آهوئي شور ۽ غوغا، اُهوئي ڏنگ ۽ آهوئي زهر اوترو ئي موجود آهي، جيترو پهريائين سنجهن هو. پر وطن جي چمن ۾ جا بهار اچڻي آهي، سا آهستي آهستي ايندي ئي رهي ٿي، ۽ وطن جا باغبان ۽ وطن جا پاسبان اُن بهار جي آئڻ لاءِ ۽ اُن کي ساهه لڳ سنڀالڻ لاءِ هر گهڙيءَ وڌندا ۽ اڳتي ايندا رهن ٿا. آزاديءَ ۽ انسانيت جو ادب ۽ فن ۽ اُن ادب ۽ فن جا اُبانيندڙ اديب ۽ شاعر اِئين ئي آجهل ۽ اڏول، پنهنجا ڪنڌ اوچا ڪيو،

سَرها ۽ سوپياوان. هڪُ هڪُ ٿي ۽ گڏجي، وطن جي دشمنن ۽ غدارن جي مڪر ۽ فريب، ظلم ۽ ڪوڙ کي، وڏي وڏي، چيڙائيندا ۽ للڪاريندا ٿا رهن—

تون ڪنهن ڪنهن کي خاموش ڪندين، اعلان هزارين، مان نه رڳو!

اياز تي ۽ سنڌ کي ذهني سجاڳي ۽ سياسي خود داري ڏيندڙ فڪر تي پهريان وارَ جن ڪيا ۽ جتان ٿيا، آهي ڪنهن کان ڳجها ڪونهن. پنج، ڏهه، ويهه نه، پر ستر ستر، اَسي اَسي ٻاڪ سُوين ۽ هزارين ليک، الڳ الڳ ۽ سلسليوار، لکيا رهيا، ڇپيا رهيا، ۽ ترجما ٿي، غدارن جي آقائن وٽ رسندا رهيا. سنڌي ليکن ۽ اُنهن جي ترجمن کان اڳتي وڌي، اردوءَ ۾ ليک ۽ ڪتاب لکيا ويا ۽ پنهنجن آن-داتائن کي پهچايا ويا. بي نام، گمنام ۽ بدنام نالن سان عريضيون ۽ اظهارناما هُنن جي حضور ۾ الڳ پيش ٿيندا رهيا. هڪ ئي مخصوص ۽ نامَ ڪثيءَ اخبار ۾ هڪ نه، ڏهه نه، ويهه نه، پر سوين اڊيٽوريل آيا. هر آرٽيڪل، اڊيٽوريل، عريضيءَ توڙي اظهارنامي جي تانَ ڪفر ۽ اسلام، الحاد ۽ ايمانَ جي هڪ ئي تار تي ٽُٽندي رهي. ظاهر آهي ته غدار ۽ غاصب جو واسطو ڪفر ۽ اسلام، الحاد ۽ ايمان سان رڳو نالي جو هوندو آهي. پهريون ۽ آخرين واسطو سنڌُن پنهنجي غرض سان ٿئي ٿو. ايازَ ۽ سنڌ جي نئين فڪر کان سندن پنهنجو وجود نامسعود خطري ۾ هو ۽ آهي. جيڪي هزارن ۽ لکن پاڻ جهڙن انسانن کي جانورن وانگر پنهنجيِ پنيان چُڪاري هلائڻ يا پنهنجي اڳيان هڪلي هلائڻ تي هريل هجن، ۽ جن جي پيٽ پروريءَ ۽ خرمستيءَ جو دارو مدار اُنهن ئي مائهن جي رَتَ ستَ تي هجي، ۽ ڏهڪاءُ ۽ ڏيک ئي فقط جن وٽ پنهنجي بچاءَ جا هٿيار هجن، تن جو سچو سارو اسلام ۽ ايمانُ سواءِ اِن جي پيو ڪهڙو ٿي سگهي ٿو ته ڪوبه سندَن فرعوني طاقت ۽ قاروني دولت جي قلعي تي هلان ته ڇا، پر اُن ڏانهن اک کڻي به نه ڏسي، ۽ جي ڪو اِئين ڪندو، ته ظاهر آهي ته اُهو سندن اُنهيءَ اسلام ۽

اُنهيءَ ايمانُ جي دائري کان ونئن نڪتل ئي شمار ٿيندو. اِهوئي سبب آهي، جو هينئر هيءُ سڄو عرصو پنهنجيءَ سڄيءَ ڪاوڙ ۽ ڪدورت جو نشانُ اياز کي ۽ سنڌ لاءِ نئين پيغام رکندڙ سنڌ جي نئين شعر ۽ نئين ادب کي بڻايو.

اڄوڪيءَ سنڌ جي پاڪ ڌرتيءَ تي، ادب ۽ فن حي ميدان ۾، سچ ۽ ڪوڙ جي هيءَ جنگاهہ ۾ دشمن جا سڀئي وار اياز وڏي وڏي پاڻ ڏانهن موڙيا ۽ پنهنجي اڪيلي سر تي سٺا. اسان جا سمورا ساٿي ـــ خود آهي جيڪي بنهه منهن ۾ هئا ـــ سي سڀئي دشمن جي مورچن منجهان ڇٽل تيرن کان گهٽي قدر محفوظ رهيا، ڇاڪاڻ جو اياز سنڌ ٿن تيرن آڏو پڻ پنهنجو سينو سپر بنائي بيٺو. پاڪستان جي ۲۳ سالن ۽ سنڌ جي شايد سڄيءَ تاريخ ۾، نيڪي فن ۽ ادب لاءِ، ڪنهن کان ايتري قرباني نه ڪڏهن گهري ويئي ۽ نه ورتي ويئي. گلائون، تهمتون، گاريون، دڙڪا، حملا، شهر نيڪاليون، نظربنديون، ڪال ڪوٺڙيون ۽ ڪيس مٿان ڪيس ـــ هي نه اياز ۽ سنڌ جي پنهنجي مقصدَ عظيم سان پنهنجي ساهه کان وڌ محبت هئي، جنهن هي سڀڪجهه پيتو، ڏٺو ۽ سٺو، ۽ اُن کان پوءِ به نه هيٺو ٿيو ۽ نه پنهنجي راهه تان هڪ پير هٽيو ۽ هيڪيو. سچ آهي نه مقصد جي موسل کي، جي ماٺو آهي نه ڪاڪ محل کي سر ڪرڻو ئي پوندو؛ ميهر سان ملڻو آهي نه دهشت پرئي درياءَ جي لهرين ۾ لڙهڻو ئي پوندو؛ پنهنجي پنهل کي پهچڻو آهي نه ڪيچ جا جبل جهاڳڻا ئي پوندا؛ ملير جي مارن سان ملي مرڪڻو ۽ مهڪڻو آهي نه عمر جي قيد جا ڏيهاڙا ڪاٽڻا ئي پوندا ـــ

ڏک سکن جي سُونهن، گهوريا سک ڏکن ري،
جني جي وروُنهن، سڄڻ آيـــو ســون گڏري.

آهو انسانُ، جو آزاد منش آهي ۽ پنهنجي اندر جي آجهل آواز کي ئي حق جي ڪسوٽي سمجهي ٿو ۽ پنهنجي عمل لاءِ آخري فيصلي جو اختيار ڏئي ٿو، هر حالت ۾ ۽ هر گهڙيءَ آهو ماڻهو

دنيا کي پنهنجي ارادي جي آڏو جهڪائڻ جي جدوجهد ۾ رُڌل رهي ٿو. آن راهه ۾ هيءَ جدوجهد ئي آهڙي ماڻهوءَ جي نيڪ نيت ۽ اعليٰ ارادي جي ضمانت آهي. سرچاءُ ان ماڻهوءَ لاءِ خسيس سڌن ۽ ادنيٰ ارادن اڳيان هار مڃڻ جي برابر آهي. هن جو پڪو ۽ اٽل ويساهه جبل کي به هٽائي سگهي ٿو — ”آڏو ٽڪر ٽَرُ، متان روهه رتيون ٿئين!“ هُنَ جو مٿو رتو رتُ ئي سَهي، پر آهو هميشه آپو ۽ اوچو رهي ٿو.

خود قرباني، صبر ۽ سيڪڇهه سهڻ جو هيءُ سبق پنهنجيءَ پيڙهيءَ ۽ پنهنجين آئنده پيڙهين لاءِ سنڌ جي تاريخ ۾ جن به سنڌ جي سپوتن پنهنجي قول ۽ فعل سان قائم ڪيو آهي، انهن جي سَٽ ۾ اياز جي جڳهه ٻهرينءَ صف ۾ آهي. پنهنجي دور جي اديبن ۽ فنڪارن جي ٻاريءَ ۾، بلڪ هند-پاڪ جي سڄيءَ ادبي تاريخ ۾، اياز جو هيءُ درجو يڪتا چئي سگهجي ٿو. ڪاليداس، آمير خسرو، شاهه عبداللطيف، غالب، ٽئگور، سر محمد اقبال- برصغير جا هي سڀئي عظيم ۽ لافاني اديب ۽ شاعر پنهنجي پنهنجي دور جا لاڏلا ٿي رهيا؛ (غالب جو ڪجهه سَنو، آهو ڪو پنهنجي ادب ۽ فن ۽ آن جي فڪري للڪار جي سزا ۾ نه پر سَندس پنهنجي ذاتي لاچارين جو نتيجو هو؛ ۽ اقبال نه اسان جي ست سمنڊ پار ڪان آيل حڪمرانن جي لقب خاص جو نوازيل هو ۽ پنهنجي دور جي پست ڪان پست پيل جاگيرداري اقتدار جو آخر تائين وظيفه خوار به رهيو!) بهرحال، هو سڀئي پنهنجي پنهنجي دور جي پيٽل ۽ مجيل اقتدار جي ڏاڍ ۽ ڏمر کان محفوظ رهيا، بلڪ، ڪجهه گهٽ ڪجهه وڌ، آن جا دلبند ۽ پيارا بنيا رهيا. اِهو اِنهيءَ ڪري هو، جو هو پنهنجي پنهنجي دور جي آن مجيل ۽ پيٽل اقتدار جا ڪافر يا منڪر نه هئا. هُنن جي سچي انسان دوستي ماڻهوءَ جي اڪيلي مَنَ ۾ جهاتي وجهي، آن جي اسرارن کي پڌري ڪرڻ ۽ ان کي حيواني حد تان ڪڍي انساني حد تائين آڻڻ ۽ آن کان مٿي نيڻ

تائين محدود هئي. اِها ڪا پنهنجيءَ جاءِ تي رواجي ڳالهه ڪانه هئي، بلڪ واحدُ مقصدُ انساني اصلاح ۽ ارتقا جي سمورين ڪوشش ۽ ڪاوشن جو اصل ڪان اِهوئي رهيو آهي. پر هُنن انساني خير واسطي حقَ ۽ حسن جي تلاش ۽ تبليغ جي سلسلي ۾ اِهو لازمي نٿي ڄاتو ته سندَن دور جي سماج کي قائم رکندڙَ، اڪيلن انسانن کان الڳ ۽ پرانهين، عام مجيلَ ۽ سو گهي بيٺلَ سياسي يا مملڪتي اقتدارَ کي به رد ڪيو، للڪاريو ۽ ڏانو وڃي. سنجهائن جيڪي اُن اقتدار جا نوازيل ۽ وظيفه خوار نه هئا، اُنهن جي طبع جي ڪيفيت ۽ تخليقي عمل جي پڪيڙ ۽ پهچ به افلاطون جي 'فيلسوف' کان گهٽ نٿي ڪانه هئي، جيڪو "ڏسي ٿو ته ڪيس ڪو ساٿي ڪونهي، جنهن جي مدد سان هو وڏي حق جو بچاءُ ڪري ۽ سلامت رهي سگهي! پاڻ کي هو اِئين سمجهي ٿو، جيئن ڪو ماڻهو وحشي درندن جي وچ ۾ رهندو هجي. اُنهن جي آنياءَ ۽ پاپ کي نظرانداز ڪري يا قبولي، اِئين ته هو نٿو ڪري سگهي. پر اڪيلي سر سڀني سان مقابلي ڪرڻ جي سگهه به ڪانهيس. ۽ جي مقابلو ڪري ٿو ته وستيءَ جو يا ڪنهن ٻئي جو ڪو ڀلو ڪري سگهي، تنهن کان اڳي پنهنجي جان گنوائي ويهندو.... ۽ اِئين اجايو پنهنجي ڪم کان به ويندو ۽ دنيا جي ڪم ڪان به وِيندو. اِهي ويچار دل ۾ آڻي، هو مات ۾ رهي ٿو، ۽ پنهنجيءَ پَر ۾ جو ڪم هو نيڪ ۽ ضروري سمجهي ٿو، سو ڪم ڪندو رهي ٿو — بلڪل اهڙي ماڻهوءَ وانگر، جيڪو سخت طوفانَ ۽ آنڌيءَ ۾ ونجي ويو هجي ۽ مٽيءَ ۽ ڳڙن جي بوڇاڙ کان بچڻ لاءِ ڪنهن ڀت جي آڏ ۾ ويهي رهيو هجي."*

دنيا جي هيڙي مات ميٺ ۾ پيدا ٿيل عظيم فلسفي ۽ عظيم ادب جتي انسان جي حيواني اسڱن کي ناري ۽ نيڪ ڪري انسانيت جا معيار آهستي آهستي وڌايا ۽ انساني زندگيءَ جي هر دائري ۾

* افلاطون جو ڪتاب 'دي ريپبلڪ'، ص ٤٩٦.

اعليٰ اخلاقي قدر پيدا ڪيا، آتي اُنهن معيارن ۽ قدرن تي نه پهچندڙ بلڪ اُنهن جي ضد ۾ هلندڙ سياسي اقتدار جي مالڪن کي هروقت مجبور پئي ڪري بيهاريو ٿي ته، جي سچ پچ نه ته ڪم از ڪم دعوا جي صورت ۾ ئي سهي، هُو اُنهن معيارن ۽ قدرن سان پنهنجي اقتدار جي وابستگيءَ ۽ مطابقت جا وڏي واڪ اعلان ضرور ڪندا رهن! جنهن جو بهرحال هيءُ ته نتيجو ضرور نڪتو ٿي ته جيڪڏهن افلاطون جا ' فيلسوف' سندس خواهش پٽاندر، پاڻ بادشاهه ٿي نه ٿي سگهيا، ته خود بادشاهه اُنهن جي فلسفي کي پنهنجي مفاد ۾، هر وقت ۽ هر هنڌ، ڏاڍيءَ چالاڪيءَ ۽ چرب زبانيءَ سان استعمال ۾ ضرور آڻيندا رهيا ٿي. ظاهر آهي ته جڏهن انساني فلسفو ۽ ادب اِئين وقت جي اقتدار جو، سڌيءَ يا اڻ سڌيءَ ريت، هٿيو ٿي ڪم اچڻ لڳي، تڏهن هڪ ته اُهو فلسفو ۽ ادب حڪمرانن جي ضبطيءَ ۽ ظلم کان بچيو رهي ٿو، ۽ ٻيو ته اُن حالت ۾ ادب ۽ فلسفي جي بنهه نئينءَ جنس جي گهرج نٿي ٿي ۽ ان جا اُپائيندڙ دستوري اديبن وانگر مائيٽا ۽ ڪنهن پٽ جي آڏ ۾ آجهاپي ونندڙ نه، پر ميدان جا مرد ۽ ڪوٽن جي ڪنگرن تي ڪمند وجهڻ وارا ڪي لينن، ڪي مائو زي تنگ، ڪي هوچي من، ڪي جيولس فيوچڪ، ڪي حيدر بخش جتوئي، ڪي اجمل خٽڪ، ڪي گل خان نصير، ڪي جي. ايم. سيد، ڪي اياز ۽ ڪي رسول بخش پليجا هوندا آهن. نئين دور جا هي نوان ڏاها ۽ نوان اديب ۽ شاعر قبيلي ئي ٻئي جا آهن، ۽ هُنن جو ادب ۽ هُنن جو فڪر بختي ڪُتان ۽ سڀ کان اڳ ۽ عقيدت جي ڏن وصول ڪندڙ هر اقتدار، هر تقدس، هر ڊونگ ۽ ڍڪوسلي کي رد ڪري ٿو، للڪاري ٿو ۽ اُن سان وڏي وڏي وچڙي ۽ وڙهي ٿو ـــ ”او شال عنابن سان اتڪان، مان واهر ٿي وانهيرن جي!“

اياز جا انقلابي گيت ۽ نغما، سندس طالب علميءَ جي ڏينهن ۾ به ڳايا ويندا هئا ـــ

او باغي، او راڄ دروهي، ڀارت ۾ ٻلوي جا باني!....

مون کي ياد آهي تہ پاڪستان کان اڳ سنڌ جي صوبائي اليڪشن ۾ اياز ۽ ٻہ چار ٻيا دوست ڪراچيءَ مان هڪڙيءَ ريتي ڍوئيندڙ ڪٽاري لاريءَ ۾ چڙهي، ٿرپارڪر ضلعي ۾ هڪ سيٽ لاءِ ڪامريڊ عبدالغفور جان سرهنديءَ جي چونڊ لڙڻ واسطي گڏجي نڪتا هئاسين، ۽ پورو مهينو ٿر جي پٽن ۾ اُن لاريءَ جي ڊانڊي تي چڙهيا، پٽڪندا رهيا هئاسين، ۽ لائوڊ اسپيڪر تي اياز سان گڏ اياز جو گيت ـــ

انقلاب! انقلاب! ڳاءِ انقلاب، ڳاءِ!
جڏهن زمين آسمان
جي ڪلي ڪلي زبان،
ڪنڊ ڪنڊ، چونڪ چونڪ،
شهر شهر، ڳوٺ ڳوٺ،
جڏهن ڏئي اِتي جواب ـــ انقلاب!.... ـ

ـــ ڳائيندا رهيا هئاسين. پوءِ ١٩٤٦ع ۾ رسالو ”اڳتي قدم“ نڪتو، جنهن سنڌي ادب جي ترقي پسند لاڙن کي جاڳايو، گڏ ڪيو ۽ پاڻ ۾ پرو ڪيو. اياز ان رسالي جا فقط ٽي پرچا ڪڍيا، پر ان ٿورڙيءَ حياتيءَ ۾ هن رسالي سنڌي ادب جي نَڪ ۾ جي غلاميءَ جي ناڪيلي پيل هئي، اُها لاهي ڦٽي ڪئي، ۽ اُن کي اڳتي وڌڻ لاءِ پنهنجو مقصد، پنهنجي راهہ ۽ پنهنجو ارادو عطا ڪيو. ٿورت ڏي انگريزن ملڪ ڇڏيو ۽ ساڻن گڏ لکن ماڻهن پنهنجا هزارن سالن جا ڏيهہ، ماڳ ۽ مڪان ڇڏيا ۽ ڪروڙن انسان انسانيت جا سمورا سڪيل سٿ ـــ محبت جا، مروت جا، شرافت ۽ فضيلت جا ـــ الف کان ي تائين اِئين وساريا، ڄڻ اُهي اُنهن سکيا ئي ڪون هئا. دوئيءَ ۽ ڌڪار جا دَيت پنهنجن اونداهين ۽ ڀيانڪ ڇُرُن منجهان نڪري، سڀني پاسي پکڙي پيا. درندگيءَ جي هن عام ڊپڙدوُنس ۾ هڪ ديانتدار آرٽسٽ ڪو وقت، افلاطون جي 'فيلسوف' وانگر، ڪا پٽ آڏ ڏيئي، پنهنجي دک ۽ پيڙا جون گهڙيون گهٽي

ويهي نہ گذاري، تہ پيءِ ڪري بہ ڇا ٿو سگهي! ناساز گار ماحول سان ٽڪر کائڻ بيسود سمجهي، وقتي پاسو جهلي ويهڻ ۽ ابدي سچ ۽ صداقت ۾ سهارو ڳولڻ — اِهو فرار نہ آهي، ۽ جي فرار آهي تہ اهڙو فرار ڪو ڏوهہ نہ آهي. هر انقلابيءَ کي ڪڏهن اهڙيءَ صورتحال ۾ گهاڙٽو ئي پوي ٿو — ۽ بشرطيڪ هو ماحول سان سرچاءُ نہ ڪري، هن جي اهڙي وقت ۾ ماٺ، سا خود بہ وڏو جهاد آهي. اياز جي هِن دور جي شاعريءَ ۾ "ازل" جو لفظ بار بار اچي ٿو — ڇو تہ هڪ مجبور فنڪار اِن ۾ ئي داخلي سُڪون حاصل ڪري ٿو تہ 'انت حق ۽ صداقت کي فتح آهي، ۽ آءٌ اُن سان آهيان.'

١٩٥٤ع ۾ ٽہ-ماهي رسالي "مهراڻ" جي شروع ٿيڻ تائين جيڪي سال گذريا، اُهي اياز جي اُنهيءَ داخلي زندگيءَ جي دور جا سال هئا. "ڀؤنر ڀري آڪاس" وارو شعر جو مجموعو گهڻي قدر اياز جي اُنهيءَ داخلي ڪيفيت جي پيداوار آهي.

١٩٥٦ع ۾ ون يونٽ نهڻ کان پوءِ، سنڌ سان جيڪو ناحق ٿيو، ان جي خلاف جدوجهد سنڌ ۾ ساڳي بغاوت جاڳائي، جيڪا انگريز سامراج جي خلاف سڄي ملڪ ۾ آئي هئي. سنڌ جي تهذيب ۽ زبان تي ڏاڍي ڪنهن نحس ستاري جو پاڇو آيل هو. اِئين ڏسجي رهيو هو تہ سنڌ جا شاعر ۽ اديب چاڻ ڪنهن ٻيءَ ٻوليءَ ۽ ڪنهن ٻيءَ تهذيب جا ٻنهہ کي ٽرڊ ريٽ نقال بنجي ويندا. عين هِن آزمائش جي گهڙيءَ ۾ اياز جي شاعريءَ سنڌي شاعريءَ کي پنهنجي ٻولي، پنهنجون روايتون، پنهنجي تهذيب جو احساس، پنهنجي ڌرتي ۽ پنهنجو آڪاس موٽائي ڏنو. اُن کان اڳ جو جديد سنڌي شاعر شيراز ۽ لکنؤ جو ڪو لوڏيل ۽ واٽڙو ڀينو معلوم ٿيندو هو: جنهن جي ٻولي تي حصا اردو ۽ فارسي، جنهن جي شاعريءَ جو مڪاني رنگ بہ غير سنڌي، اُن جا گل، ٻوٽا، وڻ، جبل، درياءَ، لوڪ ادب، اشارا، تمثيلون، ڪنايا، روايتون ۽ ڪردار بہ سڀ غير سنڌي هئا. هر ڳالهہ اُنهن جي مان ڏاريائپ جي ٻڙءَ تي آئي. هڪ پوئلڳ

۽ پاڻ کان بيزار قوم جا اِهي ئي پرڪار هوندا آهن. سنڌ جي نجات ۽ آبرومنديءَ لاءِ اِنهيءَ ڪري پهرين ڳالهه ضروري هيءَ هئي ته سنڌ جي ادب کي سنڌي ڪري جياريو وڃي، ۽ اُن لاءِ منجهس هر ڳالهه جي پنهنجائپ پيدا ڪئي وڃي. اُن ۾ سنڌ جي ڪارونجهر ۽ کيرٿر، منڇر ۽ ڪينجهر، ڪاڇي ۽ ڪوهستان، ڪراچيءَ ۽ ڪيٽي بندر، سنڌ جي لاک رتيءَ لوئيءَ ۽ اجرڪ، سنڌ جي سونهن ۽ سُت سان سينگاريل سهاڳڻين جي هار سينگار ۽ ڳهه ڳٺن، سنڌ جي سدا ملوڪ جوانمردن جي پٽڪن ۽ ڪهاڙين، سنڌ جي همرچي، سوري ۽ هوجمالي، ۽ سنڌ جي وڻن ٻوٽن، جيتن ۽ جانورن، سنڌ جي پکين ۽ گلن ۽ اُنهن جي آزاد آڌام ۽ پُربهار رنگينين ۽ ساهه سيبائيندڙ سُڳنڌ جو ورائي ورائي ذڪر آندو وڃي. ۽ جڏهن سنڌ جي اڳيان هيءَ شعر پيش ٿيو، تڏهن دنيا ڇائي ٿي ته سچي سنڌ جهومي اُٿي ۽ اُن جي لُون لُونءَ سُرندي جي تندن وانگر ٻُري اُٿي ۽ اڃا تائين ٻُرندي رهي ٿي. هن شاعريءَ جي پنهنجائپ سنڌ جي نوجوانن تي اُهو اثر ڪيو، جو سنڌ سان وفاداريءَ جي ڏوهه ۾ جهليل هي سون جا سوَ قيدي جوان، جيلن ۾ آٿت ڪٽيندي، ڪٿا اُٿندي ۽ چڪيون پيهندي، اُن کي گڏجي ڳائيندا رهيا ۽ هينئر به جتي آهن اُتي ڳائيندا رهن ٿا. نومبر ١٩٦٨ع- فيبروري ١٩٦٩ع جي عوامي جمهوري تحريڪ ۾ قيد ٿيل سنڌي ۽ مهاجر ڪراچي جيل ۾، سڀ جا سڀ گڏجي، تاڙين جي تار تي- "هڻڪ هلو هو! ڏيمي هلو هو!"- ڳائيندا هئا ۽ لاڳيتو ڪلاڪن جا ڪلاڪ ڳائيندا رهندا هئا. سنڌ جي سپوت ۽ مستانس ساهه صدقي ڪندڙ سرويچ، حفيظ قريشيءَ، جو چوڻ آهي ته "جي سنڌ آزاد ٿئي نه هجي ها ته شيخ اياز پيدا نه ٿئي ها!" "سنڌ جو آواز، شيخ اياز!"- نئين سنڌ جو هڪ عوامي نعرو بڻجي چڪو آهي، ۽ جتي به سنڌ ۾ ڪو عوام دوست ۽ انقلاب پسند ماڻهن جو جلسو يا ميڙ ٿئي ٿو، اُتي اڄ وڏي جوش ۽ اوچي آواز سان اِهو نعرو ٻُري ٿو.

”سنڌڙيءَ کي سر ڪير نہ ڏيندو! سهندو ڪير ميار، او يار!“
”سنڌ ديس حي ڌرتي تو تي پنهنجو سيس نمايان، مٿي ماٿي لايان!“ —
هيءَ ۽ ٻيا ڪيئي لافاني قومي گيت اڄ سنڌ جي هر راڳيءَ جا پنهنجا دلپسند ترانا بنجي چڪا آهن ۽ ڪانئن هر مجلس ۽ محفل ۾ گهڙي گهڙي ڳارايا وڃن ٿا. اُهو ساڳيو اياز، جنهن کي ٻنج سال اڳ حيدرآباد منجهان گهڙيءَ جي نوٽيس تي، پنجاهہ پوليس وارن جي پهري هيٺ، شهر بدر ڪيو ويو، جڏهن ڪراچي جيل مان ڇٽي جنگشاهيءَ جي اسٽيشن تي پهتو، تڏهن هزارها ماڻهن ”جيئي سنڌ!“ جا نعرا هنيا ۽ سندس ريل گاڏيءَ کي زوريءَ روڪائي، ڪانئس ”سهندو ڪير ميار! او يار! سنڌڙيءَ کي سر ڪير نہ ڏيندو!“ چوارايو، ۽ آن کان پوءِ ڪوٽڙيءَ جي اسٽيشن تي اِنبوهن سندس آجيان ڪئي، ۽ نيٺ جڏهن حيدرآباد اسٽيشن تي پهتو، تڏهن ويهہ هزار ماڻهو اُتي کيس ڏسڻ لاءِ موجود هئا، ۽ اُتان کيس جلوس ۾ نيئي، هُنن قاعي ۾ سنڌ جي امر سپاهيءَ هوشوءَ شيديءَ جي قبر تي ويهاري، ڪانئس سندس شعر ٻڌو. ۽ اهڙي ئي عقيدتمنديءَ جي جذبي ۾ سرشار ٿيل لکن ماڻهن اياز کي حيدرآباد کان سکر تائين هر ريلوي اسٽيشن تي مانُ ڏنو ۽ سکر اسٽيشن تان ڪلهن تي کڻي، ڳائيندي، نعرا هڻندي، پرائي سکر ۾ سندس گهر تائين کيس پهچايو.

انقلابي شاعر جي دنيا جون ٻہ صورتون ٿين ٿيون — هڪ داخلي ۽ ٻي خارجي، ۽ هو هڪ ئي وقت پنهنجي دنيا جي انهن ٻن نظارن منجهہ رهي ٿو. داخلي صورت هُن جي دنيا جي آها آهي، جنهن هو حقيقتن جي تلخيءَ کان بيزار ٿي، پنهنجي عوام ۽ دنيا جي عوام جي مستقبل جا خواب لهي ٿو، ۽ آهي خواب سندس من جي پيڙا جا ٻاچا بنجي، هن جي شعر ۾ ظاهر ٿين ٿا، ۽ هيءُ سندس شعر يا اُهو آن جو ڪيف ۽ رنگُ عالمي ۽ آفاقي ٿئي ٿو. هن جي دنيا جي خارجي صورت اُها آهي، جڏهن هن جي پنهنجي سماج جون انقلابي قوتون ايتريون اُپريل هونديون آهن، يا هو سمجهندو

آهي ته اُپريل آهن، جو آهي اُگهي وڏي، پنهنجي وَس ۾ مرضيءَ سان سماجي ڦير گهير آڻي سگهن. تڏهن هو پنهنجي شاعريءَ کي اُنهن ميدانن ۾ بيٺل، جهيڙي ۾ رُڌل ۽ اڳتي وڌندڙ انقلابي قوتن جي جولاني اُمنگن ۽ اٽل ارادن جو ترجمان بنائي، ويڙهاند جي ميدانن ۾ انهن سان گڏ آڻي بيهاري ٿو، ۽ سندس اها شاعري سندس سماج جي پوري عوام جي پنهنجي شاعري بنجي وڃي ٿي. اياز جي شاعريءَ ۾ سندس هيٺين پنهي دنيائن جون تجليون موجود آهن. عظيم ليئن ”آرٽ آئنڊ لٽريچر“ جي نالي سان پنهنجي هڪ تصنيف ۾ اِنٽرنئشنل تراني جي خالق، گاٽيئر (Gautier)، لاءِ چيو ته ”هو گيت ۾ بهترين پروپيگنڊا ڪندڙ آهي!“ اياز جو هر گيت پروپيگنڊا ڪندڙ آهي، ۽ ساڳئي وقت جيئن ئي ۾ جڏهن به ـــ هائي يا ڏهن سالن، ويهن سالن يا سؤ سالن کان پوءِ ـــ اُن جو اُهو رول پورو ٿيو، ته . اُهو پنهنجي عالمي ۽ آفاقي معنيٰ سان ادب ۽ فن ۾ اصل ماڻڪ طور. اُئين ئي قائم رهندو. فرانس جي اديب، زان ڪاڪشُو (Jean Cocteau)، کان ڪنهن پڇيو ته ’جيڪڏهن ڪنهن گهر کي باهه لڳل هجي ۽ اُن ۾ اندر هڪ ٻار هجي ۽ هڪ فنپارو هجي، ته تون اندر وڃي اُن مان ڇا ٻاهر ڪڍي ايندين؟‘ جواب ڏنائين ته ’آءٌ اُتان باهه ڪڍي ايندس!‘ اياز جي شاعريءَ ۾ اُها باهه به آهي، پر اُن ٻار ۽ فنپاري پنهي جي بچاءَ لاءِ آهي. اياز اُها باهه، ڏاڍ ۽ ڪوڙ جي ڪوٽ کي لڳائي، اُن ڪوٽ کي ڏاهڻ ۽ ڀسم ڪرڻ گهري ٿو، ڇو ته اُتان ڪروڙن ٻارن ۽ ڪروڙن فنپارن جي تباهيءَ ۽ بربادي‌ءَ جا سبب ۽ سامان هر وقت گهڙبا، نهندا ۽ ٻاهر ايندا رهن ٿا. ترانسڪيءَ ميڪسيڪو جي جلاوطنيءَ ۾ ميڪسيڪو جي عظيم انقلابي آرٽسٽ، ڊيگوري ويرا (Diego Rivera)، سان گڏجي دنيا جي اديبن ۽ فنڪارن جي انجمن ناهي هئي، جنهن جو ڏي رنامو پاڻ لکيو هئائين؛ اُن ۾ چيو اٿس ته ”فن انقلاب جو بهترين ساٿي آهي.“ هيءَ هڪ عجيب اتفاق جي ڳالهه آهي، جو

ون يونٽ جي يونين ڏينهن ۾، اولهه پاڪستان جي ٽنهي مظلوم قومن جا وڏي ۾ وڏا فنڪار هڪ ئي وقت هڪ ئي جيل ۾ بند هئا. بلوچي ٻوليءَ جو بهترين قومي شاعر گل خان نصير، پشتو زبان جو بهترين قومي شاعر اجمل خٽڪ ۽ سنڌي ٻوليءَ جو بهترين قومي شاعر شيخ اياز، ۱۹۶۸ع جي يونين مهينن ۾، ملڪ جي ۱۳ ٻين چوٽيءَ جي سياسي قيدين سان گڏ، ساهيوال ۽ پشاور جيل جا قيدي هئا. فن جو انقلاب سان اهو بهترين ساٿ ئي انقلاب جي بهترين پروپيگنڊا آهي، جا ئي انقلاب- دشمن قوتن جي راوڻ کي جلائي ڀسم ڪرڻ لاءِ بهترين اماڙيءَ جو ڪم ڏئي ٿي. انقلابي شاعر ۽ اديب اهو ڪم زندگيءَ جي خارجي نظاري منجهه رهي ڪري، ۽ اُن جي اثر ۽ تقاضا هيٺ، سرانجام ڏئي ٿو.

ادب جو انقلاب سان ساٿ ۽ اُن لاءِ بهترين پروپيگنڊا ٿي ڪم اچڻ فقط اُن صورت ۾ ممڪن آهي، جو ادب ڀرپور ادب هجي. عالمي انقلاب جي وڏي ۾ وڏي زنده سالار، مائو زي تنگ، چيني اديبن جي ينان ڪانفرنس ۾ چيو آهي ته ”فن جيسين ڀرپور فن آهي، تيسين اهو پروپيگنڊا جو اهل ٿي ڪتو سگهي.“ اياز جي فن کي سنڌي قوم جي انقلابي تحريڪ لاءِ بهترين پروپيگنڊا جي اهميت اِنهيءَ ڪري ملي آهي، جو اهو ڀرپور فن آهي ۽ پروپيگنڊا پوءِ آهي. جيئن حسن جو ڇيهه ڪونهي، جيئن محبت جو ڇيهه ڪونهي، جيئن حق جو ۽ نيڪيءَ جو ڇيهه ڪونهي، تيئن ادب ۽ فن جي دنيا ۾ پڻ ڀلائي ڀليءَ جو ڇيهه ڪونهي. اياز پنهنجي ادبي تخليق جي فني اوچائيءَ جا سنڌا پاڻ قائم ڪري ٿو ۽ پاڻ ئي اُنهن کان مٿي اُڏري ٿو— ”عدد ناهه عشق پڄاڻي ساڻ لهي!“ سادا ۽ سهڻا لفظ، اُنهن جي چونڊ ۽ اُنهن جو پورو پورو استعمال، شعر جي رواني ۽ نغمگي ۽ اُن جو دلبرانه انداز، ڪڏهن نديڙا ۽ نزاڪت ڀريا وزن ۽ بحر، ڪڏهن ڊگها بحر ۽ سنگلاخن مان وهندڙ سوارن جو جولاني ترنم، زبان تي بنهه هوا کان

هلڪا لڳندڙ رديف ۽ قافيا، هندي ڇند جو بنهہ معصومانہ ۽ من موهيندڙ استعمال، لوڪ گيتن جون ڌنون، ۽ انوکيون علامتون ۽ اشارا اهڙا، جو معنائن جي موتين سان خالي جهول پرجيو وڃن ۽ دل ورائي ورائي اُنهن کي ٻُڌڻ لاءِ آتي ۽ زبان اُنهن کي ورائي ورائي جهونگارڻ لاءِ تيار ٿيو وڃي! کهڙيون کهڙيون سٽون آهن، جي اياز جي شعر جون پنهنجي ترنم، حسنڪاريءَ ۽ مِيناج سبب دل ۾ گهر ڪري ٿيون ويهن! مون سوين اهڙن نوجوانن کي ڏٺو آهي، جن کي اياز جا سڄا سڄا نظم، گيتن جا گيت ۽ سون جا سو بيت، دوها ۽ وايون برزبان ياد آهن. قومي جدوجهد جي هر دور ۾ اياز کي اهڙيون ٿڌ سٽون لکيون آهن، جيڪي اُن دور جي تاريخي روح جون ترجمان هئڻ سان گڏوگڏ فن جي لطيف ۽ پهچ کان ٻاهر بلندين جا نشان پڻ آهن، مثلاً ــــ

جاڳ پنائي گهوٽ! سنڌڙي ٿي توکي سڏي....

•

ڏسي ڏکيا ڏيل، گهوڙها گِل گهڙي پيا....

•

او ڌرتي، او ماءُ، تنهنجي ڪيهہ منهنجون اکيون....

•

گهوڙها گاڙ نہ سنڌڙي، وري ورندو واءُ....

•

واسينگن جي وات، آهي سر سچ جو....

•

سانديا منهنجي ساهہ، ڏکڙا ساري ڏيهہ جا....

•

شال ڪسبي سان توتي تائيان، تنهنجا ڪانَ ڪمانَ....

•

جهجهي پيو منَ جهونجهڪڙي ، سانجهي آ سنسان...

•

منهنجي سنڌڙي، منهنجي سنڌڙي، سنڌڙي منهنجي ماءُ!

•

مرنداسين تہ متيءَ مان پنهنجي ڦٽندا سرخ گلاب....

•

پري پري پيءُ، جيسين جيئين، گهڙيءَ گهڙيءَ جو جام....

•

جيون-نيا منڙي منڙي سَر ۾ پٽيي ڪجهہ ڳائي....

•

ترس اي حسن ازل، اڄ تہ منهنجو روح رچجي ٿي ٿو!

•

اي زمانن جا ضمير! تنهنجي ڪهڙي منزل مقصود آ؟

•

راتڙي، هيءَ نور جي برساتڙي....

•

مسافر سوين ڪاروان عدم جا، ڪٿي سپ الائي ويا، ڪير سمجهي!

•

تو تان واريان جندڙي، منهنجي منڙي سنڌ!

•

ڪنهن جي لاءِ ڪماچ، صديون رهيو سانت ۾؟

•

تو جا سمجهي سٽ، سا آگ آڻي آنمول....

•

سنڌڙي تنهنجي ساهہ جرڪيو منهنجي جيءَ ۾....

•

روئي بيٺي رت، سڏڪا پري سنڌڙي....

•

ڪڏهن ڪرندي ڪاڪ، ڪڏهن ملندو ميڙو؟

•

اوري آڇ تہ آگهان، ڳوڙها تنهنجي ڳل تان....

•

شال وسن او سنڌڙي، تنهنجا ڪيت وسن!

•

ڪانئر ڳولي ڪالهه، سياڻي سرويچ جو....

•

ڌرتي منهنجو ديس، مگر مان سنڌڙيءَ جندڙيءَ لايان....

•

سنڌڙي، مون کي سڏ ته ڏي، تون چپ چپ آهين، ڇاهي!

•

اي ڏورانهان! ڏسڪي تو ڏي ڪيسين پنهنجا نيڻ ڪٽان؟

•

سنڌڙي تنهنجو ساهه ”اياز“، مري نه ٿيڻو آهي مات....

•

ڪرندا آخر ڪوٽ ڪڏهن، ماروئڙا! او ماروئڙا!

•

ٻولي گولي ناهه ”اياز“، اُن جو وس فقط واڪو....

•

تنهن جيئڻ کي آڳ لڳاءِ، جنهن ۾ ناهه ڪرم جو قلل....

•

او منهنجا محبوب وطن! تو سان ساڳيو لوڻ لڳاءَ....

•

سهنجو سجهه نه سيت کي، نور نچوئي لڪ!

•

ڪاتيءَ هيٺان ڪنڌ، ٻوءِ ٻه نعرا نبهن جا،
سنڌڙيءَ جو سوڳنڌ، مرنداسين پر مرڪندي!

•

هين گهڙيءَ، هين ويرَ، هلندي ڪاتي هوت ڏي؟

•

سنڌڙيءَ شاهه لطيف جي، اهڙ نه ڪو لوڏو....

•

سڪ نه سنيري سنڌڙي، اُيري سج لٿا....

•

گهاٽ مٿان گهنگهور گهٽا ۾ اڇڪلهہ جو انسانُ....

•

ساپيا ۽ سپني ۾ ويڇا جو بہ ميٽائي، ٻول اُنهيءَ جي ٻانهڙي آهيان....

•

ڳاڙها ڳاٽ، سگهارا ڳڀرو، پنڌ، ٻرينءَ جو پُور،
الو ميان! ديسُ نہ دل کان دُور....

•

سنڌَ سهانگي، منڌ مهانگو، سر جو سودو ڪير ڪري!
—— موکي ويني سَٽَ پري!

•

ڳڀرو ڳڀرا، ديسُ اسارو، موکو منهنجو مَنُ....

•

عشق عقاب، پکي پرڏيهي، جهڙپ ڏئي ٿو جهٽي!
—— ڪير اُنهيءَ کان ڪٽي؟

•

سنڌڙي، تنهنجو نانءُ وَٺو، چڙ ڪاريهر تي پير پيو....

•

هيءَ پنهنجي ڪرٽي پرٽي آ، پر سنڌ "اياز" نہ مرٽي آ!

•

هي ماڻهو وڻهہ جو ڏُڪہ ٿيا، جنن لُڪہ لڳي تنن رُڪہ ٿيا....

•

ميهار ملڻ جي ويلا آ،
ڪر ڳانهہ ڳهڙن ۽ ڳهيرن جي،

---

ڳجري توتي، ڳچ تہ آ، پر
جهڙ ۾ ڪاوا جهڙا ڪڪ – چرَ تي چوهَہ، چمر جا پاڇا....

---

تانگهہ نہ تاڙي تانگها تڙ، آوُتڙ آوُتڙ آءُ ميان!....

---

تون ته ڪنڊيءَ جو ڪانڊ ميان،
هاءِ ڪنڊيءَ ۾ منهنجو من!....

اوءِ ڪجري گجر، پير هوريان ته ڌر،
هاءِ گهاگهر نه ڇلڪي پوي!....

اي ڪينجهر! تنهنجي ڪنڌيءَ تي
ڪوئي ته تماچي اڇو آ!....

جنهن وقت به ڪو، مون گيت ڇيو، هن ڌرتيءَ جو
ڇڻ ڪوئي قرض چڪو آهي....

رات آئي وئي، تون نه آئين ڪٿهي،
ماڪ ۾ مينڌرا ڪاڪ روئندي رهي!

ڇنڊڙ پن وڇوڙيل يار، ڳالهه ته هڪڙي ناهي....

ڪنول ڪنول تي تنهنجا ڳل، ٿيندي ماڪ سهل....

انڌو آپ انڌاري ڌرتي، ڏيئا ڏيئا ڳات اسان....

پنهنجي رت ۾ ريٽو جهنڊو آپ تائين جهوليندو،
اهڙو ڏينهن به ايندو!....

پنهنجي پنهنجي ڏينهن ۾ تورڙي پوءِ به هي ۽ اهڙيون ڪيتريون ئي منڊيءَ تي ٽڪ جيئن جڙيل هيرن جي لڙهين ۾ پڙتل سيتون سنڌ جي قومي جدوجهد ۾ مصروف نوجوانن، اديبن ۽ ادب سان واسطي رکندڙ هزارها ماڻهن جي ورد زبان رهيون ۽ انهن لاءِ

مشعل راهه ثي ڪم آيون. قومي جدوجهد سان اِهو سات ۽ آن لاءِ بهترين پروپيگنڊا جو هيءُ ڪم اياز جو شعر خاص طرح ۽ سنڌ جو نئون ادب مجموعي طور فقط تڏهن ادا ڪري سگهيو، جو سنڌ جي عوام اُن ۾ پنهنجي ۽ بنيٰ نوع انسان جي امنگن جو عڪس ۽ ساڳئي وقت اعليٰ فن جي حسن آرائي ۽ جاذبيت موجود ڏٺي. هيءَ هڪ ناقابل انڪار حقيقت آهي ته، هڪ وڏيءَ حد تائين، سنڌ جي نئين سياست شيخ اياز جي هين شعر ۽ جي. ايم. سيد جي نثر جي ئي پيداوار آهي.

اياز جي شعر جو هيءُ مجموعو، جيڪو "ڪي. جو پيچل پوليو" جي عنوان سان هتي پيش ٿي رهيو آهي، اُن ۾ به منظوم ڊراما، جن کي مغربي ادب ۾ اوپيرا (Opera) سڏجي ٿو، ۱۹ وايون ۽ گيت، ۳۷ غزل ۽ ۱۸ نظم آيل آهن. منظوم ڊرامائن ۾ "دودي سومري جو موت" هڪ علامتي ڊرامو آهي، جنهن جا ڪردار پراڻا به آهن ۽ هاڻوڪا به آهن. هيءُ ڊرامو قومي جدوجهد جي پڌر تي زندگيءَ ۽ موت بابت ٻن مختلف نظرين جي عملي اظهار جو ڊرامو آهي ـــ هڪ نظريو آهي، جنهن ۾ موت کان ايترو ڊپ ۽ زندگيءَ لاءِ ايترو موهه آهي، جو انسانُ هر قيمت تي جيئڻُ ۽ جيئڻ جو لطف وٺڻ گهري ٿو؛ عزت ۽ ذلت توڙي پيو ڪو اخلاقي قدر، انفرادي توڙي اجتماعي نوع جو، هن لاءِ اِن سلسلي ۾ بي معنيٰ ٿين ٿا؛ ٻيو نظريو آهي، جنهن ۾ زندگيءَ لاءِ ايترو پيار ۽ باوجود ۽ موت کان ايتري لاپرواهي ۽ بي اونائي آهي، جو، جيئڻ لاءِ جيڪڏهن ماڻهوءَ کي مرڻو به پوي، ته بي ڌڙڪ موت جي مُنهن ۾ هليو وڃي. زندگيءَ جي سهڻين ۽ سنين شين کي ٻنهي منورتين وارا ماڻهو چاهين ٿا ـــ پر هڪڙا اُنهن شين کي منت ۾ اٿين مانڻ گهرن ٿا، جيئن آهي آهن يا کين ميسر ٿين؛ ٻيا آهي جيڪي پنهنجي جاکوڙ سان زندگيءَ کي وڌيڪ سهڻو ۽ سٺو بنائڻ به گهرن ٿا ته جيئن کين تنهان ئي وڌيڪ سهڻيون ۽ سٺيون شيون مانڻ لاءِ ملي

سگهن ۽ آن جاکوڙ ۽ جدوجهد ۾ ڪين جيئڻ جو آهوئي رس ملي ٿو، جيڪو خود انهن شين جي ماڻهو مان ڪين ملي ٿو. چنيسر جو مَنُ موت جي خوف ۾ ورتل مَنُ آهي، ۽ هو عزت جي موت ڪان ذلت جي زندگي بهتر سمجهي ٿو، ۽ گيديءَ وانگر ڏهه ڏهه ڀيرا موت مري به زنده رهڻ گهري ٿو، جو جو—

"ڏاهپ جو آ ڏس اِهوئي—
جيئڻ جهڙو جس نه ڪوئي."

—

"هر شيءِ اڇٽي وڃٽي آهي،
"هر شيءِ پيري پڇٽي آهي:
"جيڪي آهي سو هي پل آ،
"موت اٽل آ موت اٽل آ:
"ڏوهيءَ جو ساٿيهه نه ساگيو،
"بي ڏوهيءَ جو ڏيهه به ساگيو—
"جو جو هرڪنهن کي مرڻو آهي،
"پوءِ جو اونهو پيو پرڙو آهي"....

—

"—موت اٿين آ هٿن جي من ۾،
چڇڙ جئن ڪتي جي ڪن ۾."

هن ڊرامي جو پيو ڪردار، چولي ڪنيارڻ، سنڌ ۽ سنڌي تهذيب جي علامت طور آندل آهي، جا پنهنجي اصليت وڃائي ويني هئي ۽ اوچتو پنهنجو هر روحاني قدر ڊانوا ڊول ٿيندي ڏسي، وري پنهنجيءَ اصليت ڏانهن واپس وري ٿي. ٻئي پاسي دودو آهي، جو زندگيءَ جو سرواڻ ۽ آن جو معمار آهي، ۽ هو زندگيءَ جي حال ۽ مستقبل جي ڀٽا ۽ بهتريءَ لاءِ موت ضروري سمجهي، کلندي ۽ خوش ٿيندي پاڻ کي موت جي مُنهن ۾ اڇلي ڇڏي ٿو— انهيءَ لاءِ ته زندگيءَ جو سلسلو قائم رهي، وڌي ۽ آن ۾ وڌيڪ حسن پيدا ٿئي:

هر روز پتنگا چرڪن تا،
ڏس، ڏيئي لاٽ اُئين ٿي آ!
هڪ جوت ٻُجهي، ٻي جوت جلي،
هر وقت جهروڪا جهرڪن تا —
ڏس، ڏيئي لاٽ اُئين ٿي آ!
هر اوندهه ۾، هر اوجهڙ ۾،
ڪي ماڻهو مُرڪن مَرڪن تا —
ڏس، ڏيئي لاٽ اُئين ٿي آ!
ڏس، ڏيئي لاٽ اُئين ٿي آ!

ٻيو منظوم ڊرامو، ”رني ڪوٽ جا ڌاڙيل“، پڻ هڪ علامتي ڊرامو آهي، جنهن ۾ پڻ طبقاتي جدوجهد جي پَتر تي، زندگيءَ ۽ موت جي ساڳين ٻن متضاد نظرين جو عملي اظهار ٿيل آهي. اُن جا ڪردار — ولهار ۽ وينگس، ۽ آڏو، ڪاڍو ۽ ڏاڏو — به ڪي رڳو پراڻي جُڳ جا يا ڪي لڪل ڪردار نه آهن. پڙهڻ سان چوڌاري هرڪو اُنهن کي پنهنجي آسپاس ڏسي ۽ سڃاڻي سگهي ٿو. وينگس کي سنڌ جي سونهن ۽ سوڀيا ۽ ولهار کي سنڌ جي آباديءَ ۽ خوشحاليءَ، ۽ آڏي، ڪاڍي ۽ ڏاڏي کي اُنهن جي دشمن ڪردارن، مثلاً سامراج، جاگيردار ۽ سرمايہ دار، جي صورت ۾ پڻ سگهجي ٿي.

مارچ ۱۹۶۹ع کان پوءِ جا ڪي مهينا قومي جمهوري جدوجهد جي نتيجي ۾ آمريت جي خاتمي کان پوءِ جا ٻه مهينا هئا، جن ۾ عوام جي اُن عظيم فتح تي چوڌاري خوشي به هئي، ۽ پيهر مارشل لا جي اچڻ تي، رنج ۽ نراسائيءَ سان گڏ، اڳتي وڌي اڻ-پوري انقلاب کي پوري ڪرڻ جو جذبو ۽ عزم پڻ عام هئا. اياز جو هن مجموعي ۾ آيل سڄو شعر، جيئن مٿي ذڪر ڪيو ويو، اُنهن ٻن مهينن جي دور جي تخليق آهي، ۽ اُن ۾ اِهائي اُن دور جي خارجي حقيقت عڪس ٿيل ڏسي سگهجي ٿي. ذڪر ٿيل ٻن منظوم ڊرامن کان علاوه اِها رنج، نراسائيءَ ۽ اڳتي وڌڻ جي عزم جي

عڪاسي هن مجموعي جي باقي شعر جي گهڻي ڀاڱي ۾ پڻ موجود آهي. مثلاً، هينيان گيت، غزل ۽ نظم اِن سلسلي ۾ پڙهي سگهجن ٿا—

هٺ هٺ پيريون چاڙهيون!
هٺ هٺ آرتيون آڳريون! (ص. ٦٢)

•

وٽ جلائي ويهه!
آئي رات اماس جي.... (ص. ٦٤)

•

گهر گهر جوت جلائي،
سانجهي آئي.... (ص. ٦٥)

•

آڏا لڪ ته ڏس!
چنڊ پيو آيري.... (ص. ٦٨)

•

ڪنب نه تون ڪاپائتي،
ڪنبڻ واريون ڪوهه ڪنيديون! (ص. ٦٩)

•

ٻاڙها ٻيرو آئيا—
دولهه منهنجي ديس جا! (ص. ٠٩)

•

ونجهه تکيرا وانجهيڙا!
گهاٽ پري آهي.... (ص. ٧٠)

•

چيٽ ٻورا ڪيا گهڙي تي مون،
ڏس، نهائين اڃا تتيي نه تتيي! (ص. ٧٤)

•

شاعري، جي روح گرمائي نه ٿي.... (ص. ٨٣)

•

هر منزل کان اڳتي وڃ!
ڪنهن منزل تي ٻيهر نہ ٺار! (ص. ٨٧)

•

تي ماڪ وسي ميخاني تي،
ڪي رند ڪڙو ڪڙڪائن ٿا.... (ص. ٩٧)

•

ڇا سوچان ٿو مان! ڪيئن چوان! (ص. ١٠٧)

•

دل روز چوي ٿي دور وڃان.... (ص. ١١٢)

•

گهايل سوار ڪي
ڪارا ڪميت تون
ڪيڏانهن نيندين!.... (ص. ١٢٣)

•

جت لڳي، جت آڪ ٽپن،
سو ديس مسافر، منهنجو ڙي! (ص. ١٢٥)

•

ڪٿي تہ پيچبو ٽڪ،
مسافر،
ڪٿي تہ پيچبو ٽڪ!.... (ص. ١٢٧)

ادب ۽ فن جا ڪي نقاد اعليٰ ادب ۾ اِنهيءَ نموني "پنهنجي وقت جي مسئلن جو ذڪر پنهنجي وقت جي ماڻهن لاءِ" نہ رڳو غير ضروري پر معيوب سمجهن ٿا. سندن راءِ موجب، ادب ۽ فن جي آفاقي ڪيفيت زمان ۽ مڪان جي اهڙي تعلق سبب قائم رهي نٿي سگهي. هنن جو چوڻ آهي تہ ادب ڪنهن خاص قوم يا ڪنهن خاص وقت لاءِ نہ بلڪ عالمي اهميت جو ۽ مستقبل يعني ايندڙ نسلن لاءِ هوندو آهي. هو ادب جي سماجي ڪارج کان گويا هٿ

معنيٰ ۾ انڪاري آهن ته ادب کي ڪنهن هلندڙ وقت ۾ ۽ ڪنهن خاص سماج لاءِ ڪو ڪارج ادا ڪرڻ گهرجي. پر، ڪيوبا جي انقلاب جي سالار اعظم، فيڊل ڪئسٽرو، جي لفظن ۾ ”اسين چئون ٿا ته اهڙا ڪي به فنڪار ڪين آهن، جيڪي فقط ايندڙ نسلن لاءِ پنهنجي فن جي تخليق ڪندا هجن. پنهنجي اِن راءِ کي رد ڪرڻ کان مٿي نه سمجهندي، اسين اِهو يقين رکون ٿا ته جيڪو به اِنهيءَ مفروضي تي هلي ٿو، اهو خود فريبيءَ جو شڪار آهي. اِن جو اهو به مطلب نه آهي ته جيڪو فنڪار پنهنجي وقت جي ماڻهن لاءِ ڪاوش ڪري ٿو، تنهن لاءِ اِهو ڪو امڪان ئي ڪونهي ته هُن جي تخليق ايندڙ نسلن وٽ مقبول ۽ معروف ٿي سگهي ـ ڇاڪاڻ ته جڏهن فنڪار ڪا تخليق پنهنجي وقت جي ماڻهن لاءِ ڪئي ٿو، پوءِ آهي سندس پنهنجي وقت جا ماڻهو اُن کي سمجهي به سگهن يا نه، تڏهن، بلڪل اُن سبب ڪري ئي، اڳتي هلي، اها تخليق تاريخي ۽ عالمي اهميت حاصل ڪري سگهي ٿي. اسين انقلاب ايندڙ نسلن لاءِ ڪونه آڻي رهيا آهيون، اسين انقلاب هن نسل جي ساٿ سان ۽ هن نسل لاءِ آڻي رهيا آهيون ـ پوءِ اهو ايندڙ نسلن لاءِ ڪيتري قدر به ڪئي فائدي وارو ٿئي ۽ ڪيتري قدر به ڪئي اهو تاريخ جو هڪ عظيم واقعو ثابت ٿئي. اسين مستقبل جي ماڻهن لاءِ انقلاب ڪونه آڻي رهيا آهيون. هيءُ انقلاب مستقبل جي ماڻهن لاءِ اهميت رکندو، ڇاڪاڻ ته اِهو اَڄ لاءِ ۽ اَڄ جي مردن ۽ اَڄ جي عورتن لاءِ انقلاب آهي. جيڪڏهن اسين مستقبل جي نسلن لاءِ انقلاب آڻيندا هجون، ته اُن حالت ۾ اسان کي هوند ڪير ٽيجي ۽ ڪير اسان جي پوئتان هلي؟ سچ پچ ته اسين فقط پنهنجي وقت جي ماڻهن لاءِ ئي ڪاوش ڪريون ٿا، ۽ اسان جي تخليق اُنهن لاءِ ئي آهي ـــ ۽ ائين ڪرڻ سان ڪابه فني تخليق لافاني شهرت جي اعزاز کان محروم نٿي ٿي سگهي.“*

---

* فيڊل ڪئسٽرو ـــ ”دانشورن کي خطاب“، جون ۱۹۶۱ع.

اياز جي شعر جي فني تجزيي کان سون هميشه پاڻ کي مجبور پئي سمجهيو آهي ۽ شايد هيءَ کم سواءِ خود اياز جي ٻئي ڪنهن نقاد کان پوريءَ طرح نه به ٿي سگهي. خاص طرح اياز جا نظم انهيءَ لحاظ کان مون کي ڏاڍا انوکا پئي معلوم ٿيا آهن. آنهن کي نظم جو ڪوبه مروج روپ نه آهي ۽ ائين ٿو لڳي، ڄڻ ڪنهن نشي ۾ آيل مصور ڪيئي رنگ ڪئنواس تي هاري، برش جي زوردار جهٽڪن سان، گهڙيءَ ۾ عجيب غريب نقش ناهي ورتا هجن! "هي گيت اڃايل مورن جا" ۽ "رت آئي ڳاڙهن ٻيرن جي" وارا سندس نظم پڙهي، محسوس ٿو ٿئي ته آهي ڪنهن شيش محل جي گهڙيل ۽ ماپيل هڪ ڪرن شيشن وانگر نه آهن، پر ڄڻ اونداهيءَ رات ۾ ڪنهن جوالا اوچتو ڦاٽ ڪاڙو آهي ۽ ٻرندڙ انگرن ۽ ڏاتن چوڏاري پکڙجي هڪ عجيب جهرمر لائي ڏني آهي. نظمن جي انهيءَ بي ساختگيءَ، رواني‌ءَ، رنگا رنگيءَ ۽ انوکائيءَ ۾، ساڳئي وقت هڪ گهري، رچيي ريتي ٿيل انقلابي شعور جو اظهار پنهنجي ڪمال تي پهتل آهي، جنهن ۾ سنڌ ۽ پاڪستان ۽ برصغير جي ماضيءَ، حال ۽ مستقبل جو آهو يگانو تصور آهي، جو صدين تائين اسان جي ديس واسين جي روح کي گرمائيندو رهندو، ۽ انقلابي سياست جي هر لاهي چاڙهي ۾ آن جو ساٿي ۽ سونهون ٿيو ڪم ايندو. مون کي انهيءَ لکڻ ۾ ڪائي هٻڪ نه ٿي ٿئي ته اياز جي اڳين ۽ هن مجموعي جي نظمن ۽ ٻئي ڪلام ۾ هن ڌرتيءَ جي پيڙهيءَ پيڙهيءَ جي هزارين سال پراڻي پيڙا چٽجي آئي آهي ۽ آن پيڙا سان چوٽڪاري جو آمر سپنو به هن جي ساڳيءَ شاعريءَ ۾ آهي، جنهن سپني کي ساپيا بنائڻ لاءِ هن پنهنجي آرام جي زندگي ترڪ ڪري، قيد ۽ ملامتون قبوليون آهن.

هن مجموعي ۾ آيل اياز جا غزل به غزل جي ايراني ۽ اردو روايت سان پوري بغاوت آهن. انهن کي فقط فارم غزل جو آهي، پر انهن جي ٻولي ۽ انهن جو فني حسن سنڌ جي تهذيب ۽ ڌرتيءَ

مان اُئين اُسريو آهي، جيئن پراڻات کان پوءِ ترنم اوچتو سائو ٿي ويندو آهي ۽ اُن جي سادگي ۽ سڙهاڻ لونءِ لونءِ ۾ گهر ڪري ويهندي آهي. هر غزل ڪي گيت جو ترنم ۽ نظم جي معنوي گهرائي آهي، جا به ان ڪي روايتي غزل کان بلڪل انوکو ۽ نرالو ثابت ڪري ٿي، ۽ شاعريءَ جي هن صنف ۾ هڪ نئين روايت جو بنياد رکي ٿي.

هن مجموعي جون وايون ۽ گيت به فارم ۽ ترنم جي خيال کان ساڳين صنفن ۾ اڳ ڪيل تجربن کان مختلف ۽ وڌيڪ موهيندڙ آهن ـــ مثلاً:

ڪنڌيءَ نه ڪنگري، پير نه پلڙو،
سائو نه سلڙو، چانگون نه چيلڙا!
مارو آکيلڙا!

•

جيجل منهنجو جيئڙو!
هٺ هٺ منهنجو جيئڙو!
آئي مند گلاب جي....

•

هٺ هٺ منهنجي چوليڙي
ڏوءِ نه ڌوبيءَ گهاٽ تي!....

•

هن مجموعي جي سڄي شعر ۾ اياز سوين نوان قافيا استعمال ڪيا آهن، جي هُن اڳ ڪڏهن به ڪم نه آندا آهن. اردو شاعريءَ کي ڏسبو ته پوريءَ شاعريءَ ۾ ڪل سَو سوا ڪن قافيا نظر ايندا، جي "ولي" دکنيءَ کان فيض احمد "فيض" تائين شاعرن وري وري پئي ڪم آندا آهن. اياز هڪ ڀيري "فيض" کان پڇيو هو، "فيض! تنهنجن ٽن ئي ڪتابن ـــ نقش فريادي، دست صبا، زندان نامہ، ۽ دست تہ سنگ ـــ ۾ ڪو اهڙو هڪ به لفظ يا قافيو آيل آهي، جو اڳ اردوءَ جي شاعرن ڪم نه آندو آهي؟" ـــ ته فيض لاجواب

ٿي ويو هو. اياز پنهنجيءَ ٻوليءَ کي ڪتابي ٻوليءَ مان ڪڍي ۽ عوامي ٻوليءَ سان مالامال ڪري، اُن کي اِيڏي وسعت ۽ تازگي ڏني آهي، جو سنڌي شاعري سمورا بند ٽيجي هڪ ٻيرو ٻيهر اُڀي وڃي آهي، ۽ اُنَ مان نوان لفظ، نيون ترڪيبون ۽ نوان قافيا هٿ ڪٽنائي نه آهن ۽ ان جي فڪر ۽ جذبي جي اجهل پالوٽ هٿان ٻيهڻي ٿي نه آهي.

آخر ۾ مان هي لکي اياز جي هن ڪلام جو هيءَ مهاڳ ختم ٿو ڪيان ته شايد ئي ڪنهن شاعر پنهنجي شعر ۾ فن ۽ انقلاب ٻنهي کي ايترو هڪ وقت اُڀاريو ۽ اُجاگر ڪيو هجي، جيترو اياز ڪيو آهي. نئين انقلابي سنڌ اِنَ جي جيئري جاڳندي ثابتي آهي ته ڪيئن هڪ عظيم انقلابي شاعر پنهنجي فن جي ذريعي قوم جي تقدير ڦيرائي سگهندو آهي. سنڌ جي امر شاعر شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ فن جي مقصديت جي باري ۾ کهڙو نه چڱو چيو آهي—

رِيءَ مصلحت مڱڻا، قصر ڪين اچن!

حيدرآباد سنڌ

٢١-٧-١٩٧٠ع

م-ا-ج

## اٺڪن پهريون

[خيمي ۾ شمعدان ٻري رهيو آهي. چنيسر شراب پي رهيو آهي ۽ چنيسر جي سرّيت، ڇولي ڪنيارڻ، نچندي ڳائي رهي آهي.]

جيئو جيئو، پيئو پيئو!
ڇنن ڇنن ڇنن ڇنن-
ڪاري رات، اُبهرو ليئو!
ڇنن ڇنن ڇنن ڇنن-
تنهنڪي نيٺ وساسي ڏيئو!
ڇنن ڇنن ڇنن ڇنن-
پيئو پيئو، جيئو جيئو!
ڇنن ڇنن ڇنن ڇنن-
ڇنن ڇنن، ڇنن ڇنن، ڇنن ڇنن، ڇنن ڇنن-
ڇنن ڇنن ڇنن ڇنن-
ڇنن......ڇنن......ڇنن-

چنيسر (ڪيپ ۾ اچي)-

هر شيءِ اچڻي وڃڻي آهي،
هر شيءِ ڦيري ڦِرڻي آهي.
جيڪي آهي سو ئي پَل آ،
موت اٽل آ، موت اٽل آ-

موت اسان جو ٻاچو آهي،
ڪارونجهر آ ڪاڇو آهي،

منڇر آهي، ميائي آهي،
ساوڻ جي سومهيائي آهي،

ويساکيءَ جي ويرا آهني،
تنهنجا سُنهنجا پبرا آهي،

تڙسان مون سان چايو آهي،
اڻ ڇاتي سان آيو آهي،

اڻ ڇاتي ۾ وڇڙو آهي،
ڪنهن جي مور نه ميڙو آهي.

هين ڌرتيءَ تي ڪيئي آيا،
جن ڌرتيءَ کي ناچ نچايا؛

اڄ ڪو تن جو نانءُ نه آهي،
ٿهر ڪٿي؟ ٿر ٿانءُ نه آهي —

پرٿيونئي جو پاڻ نه ڪوئي،
سينيءَ جو ماڻدان نه ڪوئي؛

هيئن چوي يا هُونءَ چوي ڪو،
موت ڏئي تو ڪنهن کي ٽيڪو؟

هرڪو سچ آسچ ڪري ٿو —
ڪنهن ماڻڪ جيئن موت ٻري ٿو،

جنهن جي ٽيڪ حياتيءَ ۾ آ،
هر ماڻهوءَ جي ڇاتيءَ ۾ آ —

ڇا ڪو اهڙو پاڇوڪڙ آ،
پوءِ مٽان ڪو اهڙو پڙ آ،

جيڪو اُن ڪان آجو آهي؟
هر ماڻهو هڪ باجو آهي،
جنهن جي سرَ ۾ موتُ پريل آ-
هَر پَلُ من تي مُڱُ ڏريل آ؛
جي هَرڪنهن کي مرڻو آهي،
ڱو واپس ٻـ نـ ورڻو آهي،
ٻو هي سارا سَنڌ اجايا!
سارا گهُنڌ گهُمنڌ آجايا!
ڪُوڙ و سارو آپو آهي،
ڪانو سڀ جو ماپو آهي؛
ڏنهٔ وني چا، ڏنهٔ ڏئي چا،
ناسُ ڪري چا، ناسُ ٿئي چا!
ماڻهوءَ جا ايمان ٻـ ميٺي،
اَن ٻـ مٺي، شانَ ٻـ ميٺي؛
ڏوهيءَ جو ساٿيهُ ٻـ ساڳيو،
بي ڏوهيءَ جو ڏيهُ ٻـ ساڳيو؛
چو جو هرڪنهن کي مَرڻو آ،
پنءُ جو اونهو پيپُ پرڻو آ-

[هڪ هٿ سان چوليءَ
جي چڳ وٽي ٿو ۽
ٻئي هٿ سان صراحيءَ
سان پيالو پري ٿو]

پلِ تـ هڄي پوءِ لُٽولو لـڳو،
مُئي وَليءَ ڪان ڪٿو چڱو!

اي متواري، مٺـي پنڇاٽان
سيج اُپري تو، مان ڪئن ڇاٽان!
سيڪ جهه هيءُ جڳاٽو آهي،
چوڏس رات، ڇناٽو آهي؛
سونٿي جي ٺڪار ٻه آهي،
ٻ ڪا ماڪيءَ آر ٻه آهي،
تنهنجي تاريءَ جوڙي تن تي-
ساري رات انڌيري ٻن تي
ڪويل جي ڪوڪار ڇڳي آ؛
ٻ سا سندر نار ڇڳي آ
جيڪا، پنهنجا ڦل آڇي ٿي،
چار رسيلا پل آڇي ٿي.
تاڙيءَ ڏول ڪجيءَ جي وڻ ۾
ساري رات لڏي ساوڻ ۾،
رچي وڃي تو اهڙو رس ۾،
آگ لڳائي تو نس نس ۾!
ڏاهپ جو آ ڏس اهوئي،
جيئڻ جهڙو جس نه ڪوئي.
موت رڳو انڌيارو آهي،
مٺڙ هڏن تي سارو آهي.

چولي —

ڀائين آءٌ ڪنواري آهيان،
هون ته ڪائي ڏاهي ناهيان
پر مون هڪڙي ڳالهه ڏٺي آ
- جنڊڙي مون کي پوءِ به مٺي آ-

آويءَ ۾ ڪيئن ٽانو پچن ٽا،
۽ ڪئن ٽن ٽي چيٽ" آچن ٽا!
ٽن ۾ ڪوئي پيالو آهي،
ٽوري چوٽ آنهيءَ کي ڏاهي؛
ها، پر جيڪو پڪو آهي
ٽنهن جي پڪ بہ ڪنهن کي ناهي؛
گهڙا ڏنا مون ڪيئي ڪورا
گهڙاسنجيءَ ٽان ڪرندي پورا—
ها، پر پوءِ بہ 'گهڙولي' ٽن ٽي،
ٻاجهارن جي ٻولي ٽن ٽي،
ڪيڏي ڀياري لڳندي آهي!—
۽ مٽيءَ جي پيالي چا هي!
پر جي آن ۾ سڏ پريل آ،
ڙواهه ۾ ساري رات ٽريل آ،
ٻوئين ڀهر آنهيءَ جي سرڪي
پيٽي آ جنهن مرڪي مرڪي،
آن جي عمر سجائي آهي—
ميٺي هڙنءَ آجائي آهي،
مٽه وڏي معني آ سائين!
ٽہ ٽہ ميٽيءَ ۾ چا آ سائين!

[چنيسر ڪنجهہ وقت ٽپيءَ ۾
اچي وچي ٽو، ۽ پوءِ منهن
مٽي ڪري، چوليءَ کي ڪا
دير گهوري ٿو، ۽ هن کي
ٻئي گيت ٻڌائڻ لاءِ چوي ٿو.
چولي هڪ وائي ڳائي ٿي.]

چوليءَ — رَهٽو آهي واسُ وچي
هونءَ تہ گُلڙا روز چٽن ٿا!
هيڪڙ ٿي هُبڪار هتوا ۾،
سارا پٿوَ جا پوپٽ پڇي-
هونءَ تہ گُلڙا روز چٽن ٿا!
پورا، وَڻُ. وڻُ واسي ويندين،
جيءَ تو مُنهنجي گِرِ الهہ سَچي-
هونءَ تہ گُلڙا روز چٽن ٿا!

رَهٽو آهي......

[راڳُ آڌ ۾ رُڪجي وڃي
ٿو. علاءُالدين خلجيءَ جو
سپهہ سالار، سالار خان، خيمي
۾ بنا اجازت گهڙي اچي
ٿو، ۽ چنيسر کي ٻڌائي
ٿو تہ ديودي آڻ سچ کان
انڪار ڪيو آهي. چنيسر
هُن کي شراب جو پيالو
ڀري ڏئي ٿو، جو هُو هڪ
گهيٽ سان پي وڃي ٿو،
۽ پوءِ پيئي دوڙي جي
چانوڻيءَ تي شبخون هڻڻ
جي سٽ سٽن ٿا.... چولي
حيرت مان ٻنهي کي پڙي
ٿي. ان وچ ۾ سالارخان شراب
جا ٽي چار پيالا گهيٽ سان
پي وڃي ٿو ۽ نشي ۾

آچي چوليءَ کي ٻانهن
کان ڇڪي ٿو، چولي
هٿن کان ڦاڙ ڇڏائي چنيسر
کي چنبڙي ٿي.]

چنيسر (ٺهڪ ڏيئي)- ها ها ها ها، ها ها ها ها!
اوهو اوهو، آ ها آ ها!
’هڙنءَ ته گلڙا روز ڇڻن ٿا‘
-پر هرڪنهن کي پوءِ به وڻن ٿا!
عورت ڪوئي جادو آهي،
چانڊوڪيءَ ۾ خوشبو آهي،
۽ خوشبوءَ تي ڪو بي پونرو،
آهي رس جو لوبي پونرو.
منڊ ڪستوريءَ دبلي آهني،
ان کي ڪولي جو به وراهي،
ان جي خوشبو ڦهلائي ٿو،
هر ڪنهن جو من گرمائي ٿو.

[سالار خان ڏانهن ڏسي،
چوي ٿو-]

هي جو منهنجو ڪاڄ به آهي،
تخت به آهي تاج به آهي،
همت به آ هشيار به آهي،
۽ ويريءَ تي وار به آهي،
تنهن کان تو کي آءٌ ڇپايان-
اهڙو آءٌ آياڻو ناهيان.

[١٨

کيپ ڪٿي ڪان گهبرائين ٿي!
وڃ، وڃ، چا لاءِ شرمائين ٿي؟

[چنيسر چوليءَ کي ڏکو
ڏئي ٿو، ۽ سالارخان هُن
کي پاڻ ڏانهن ڇڪي ٿو،
ته چوليءَ جي مونڙي جي
چولي ڪُلهي وٽان ڦاٽي
پوي ٿي. پردو ڪري ٿو.]

# ائڪٽ ٻيو

## پردو پهريون

[اڌ رات جو وقت آهي. دودو پنهنجيءَ پيڙ ٻاگهيءَ سان خيمي جي ٻاهران اونداهي آسمان ڏانهن ڏسي رهيو آهي.]

دودو — ڪُجهه دير هئي، جا چانڊوڪي
اڄ اونده اُپري آ روڪي؛
گهنگهور گهٽا جو گهيرو آ،
ڪيڏو نه هوا جو ڦيرو آ!
چيا گهگهه ڪري ٿو گهڙن گهڙن گهڙن!
ڪنهن وقت ڦناتون تنبوءَ پڇون
هن ساري تنبوءَ کي ڏاهي،
آڏري به وڃن ته عجب ناهي!
هر شيءِ ڏانوا ڏولُ لڳي ٿي....
پر ڪا چيز آڏول لڳي ٿي!
هي ماڻهوءَ جو مَن جو آهي،
هر ڏونگر کان ڏاڍو آهي؛
ڏس ته ڪيهه ڪان ڪونٽرو آهي،
جڻ پاڻيءَ جو پڙتڙو آهي؛
پنهنجيءَ تي جنهن وقت اچي ٿو،
تنهن ۾ آڪاسُ ڏڏي ٿو،

تارا اُن لئہ هيٺ جهُڪن ٿا،
پربت اُن کي سجدو ڪن ٿا.

[ٻاگهيءَ ڏانهن ڏسي،
چوي ٿو-]

خلجي تنهنجو سڱُ گهُرِي ٿو!
تخت چنيسر لئہ چاهي ٿو!

ٻاگهي —

تاج هُجي ڇا، تخت هُجي ڇا،
سونو روپو بخت هُجي ڇا،
ماڻهوءَ موهہ آجايو آهي؛
ماڻهو ننگو آيو آهي
ننگو موٽي وينٺو آهي-
پر هي توکي مِٺو آهي،
تنهنجو تخت امانت آهي،
سارو بخت امانت آهي؛
هُونءَ تہ ڪيئي راجا آهن،
ماڻهو توسان آجا آهن-
ڏڏڻ مکڻ هر ڏيري ۾ آ،
سائو وَڻُ هر ڏيري ۾ آ،
سانجهيءَ تائين سانگ تين ٿا،
پائي پائي سانگ تين ٿا؛
ڪيڙهي پنهنجي کيتي واڙي،
سچ لئي جو سارا لاڙي
ڦُلڙيءَ وارا آجرڪ بائي،
تَڙ تي راٺو ڳائي ڳائي،
پنهنجي دُک کي دور آمائي،
سُک جي ننڊ سمهن ٿا هائي-

جي تون پنهنجو تاجُ ڇڏيندين،
گڙندر ۾ هر جيءُ گڏيندين.
هُو ڏاريا جي پيرَ ڏَرن تا،
ڌرتيءَ کي پڙيانگَ ڪَرن تا-
ڏَرڙ منجهان ڪوراڙ اچي ٿي،
اُنَ کان ڪا شيءِ ڪانه بچي ٿي؛
ٻُوٽن مان ٻيتريءَ جا ٻَچڙا،
ڳِرڪائي ٿي ڏائڻ ڪَچڙا؛
جي تو آ ڪوراڙ ڏٺي ڪا،
هي به ڏٺو ٿي اُن جا ليڪا.
مينهَن تي جو وقت رَهن تا،
سَڀُ ساسي تن کان ڇِرڪَن تا؟

[ڍودي جي چاتيءَ تي هٿ رکي چوي ٿي-]

هَر ماڻهوءَ ۾ جيءُ به آهي،
تنهن ۾ هُن جو پيءُ به آهي-
ڏاڏو، پَر ڏاڏو، تَر ڏاڏو
روز اچي ٿو هُن کي آڏو،
نانو، پَرنانو، تَرنانو
هُن کان ناهه ڪَڏهن بيگانو؛
جي تن ۾ ڪو ڪانئر آهي،
ٻُڌي ٿو هُن تي ڪاهي؛
هُن ۾ سچُ گُهٽي تو هَر هر،
هُن جي سگهه لُٽي تو هَر هَر.
رَت پُڻءَ جو هي پُتلو چاهي؟
پيڙهيءَ جو پاڇائون آهي!-

جـي تون وڙهندي ماريو ويندين،
هِن وستيءَ تـي واريو ويندين،
دودا! تنهنجو ساهُ تـہ ويندو
ماڻهوءَ جـو ويساهُ نہ ويندو؛
تُنهنجا پُٽ نہ تہ تنهنجا پوٽا
رهندا تـوسـان پُورَ وچـوٽـا،
آزاديءَ لـئـہ رڙهـنـدا آخـر،
رڙهندي رڙهندي وڙهندا آخـر؛
تن جي لاءِ مثالُ ڇڏي وڃ-
۽ جـيَ چاهين خالُ ڇڏي وَڃ....
مون لـئہ تون جيڪو بـہ قبولين
خاجي، ڪُتّو، جـو بـہ قبولين!

دودو — تُنهنجو، مُنهنجو خُون بہ ساڳيو،
جيئڻ لاءِ جُنون بـہ ساڳيو؛
هيءَ جـا ڏاهـي ڳالهہ چئـي تو،
مُنهنجي دل جي ڳالهہ ڪئي تو-
مـاڻهو ڇـڪ- بـنـوڙو نـاهـي،
گونگو نـاهـي ٻـوڙو ناهي،
مـاڻهـو سـارو راز بـہ آهـي،
پـر ڪـوئـي آواز بـہ آهيُ-
پاڻيءَ تـان جـو سـانءِ اُڏائي،
جڙ ڪا جـَر تان جهانءِ اُڏائـي؛
مـوتُ تـہ هڪ ٻـاچـاڻون آهي،
اُن جـي ڪابہ حقيقت ناهـي؛

ها ڪائي شيءِ پانءِ رهي ٿي،
هن جندڙيءَ جي جهانءِ رهي ٿي؛
ٻسونٻرَ منجهه ڀُڪاري ٿي جا،
وڻسر ڪي والاري ٿي جا،
جهمڪ مَرڻ جو تَتُ ٿئي ٿي،
سکهه ٿئي ٿي، سَتُ ٿئي ٿي.
ٻاگهي! جي اڄ جان ڏيان مان،
هن ڌرتيءَ تي گهورَ ٿيان مان،
سچُ چوين ٿي ساهُ نہ ويندو،
ماڻهوءَ جو ويساهُ نہ ويندو.

[پريان چولي ٻوڙندي آچي ٿي، ۽ دودي جي پيرن تي ڪري، سُڏڪا ڀري ٿي-]

جيئين شال سدائين دودا!
او سونهارا سائين دودا!
سِرُ سَپنو آ، مُون جي ڳايو،
هي سارو سنسار سمايو
سُرُ جي نيريءَ سُندرتا ۾؛
پيڙهيءَ پيڙهيءَ جي پيڙا ۾
ڪائي ٿَهر اچي وئي مون سان،
سُک جي لهر آچي وئي مون سان؛
مان گهنگهروءَ جي ڇَم ڇَم آهيان،
جي ڌرتيءَ تي پير نچايان،
ڇن ڇن ڪَن تارن جا سِڪا...
ڪجهه بہ نہ آهن سونا سِڪا،
جين تي پنهنجو پاڻُ وڪيو مون؛
پوريءَ تي جو پاڻُ وڪيو مون،

تنهن تي چنڊُ جهُڪي ايندو هو،
سارو منڊُ جهُڪي ايندو هو.
مُنهنجو ڪوئي آڳهٿ نہ آهي—
ها، جي ڪوئي مون کي چاهي،
پنهنجو ٻُڪُ ڪنول جئن آئي،
موتي هاري، مون کي ماڻي....
ماڪ اکِيان کو موتي چاهي،
آليءَ اک جو آڳهٿ نہ آهي!
پر مون پنهنجو قدر نہ ڄاتو،
هاءِ! چنبيسر کي نہ سڃاتو؛
ڪنهڙي جادوءَ ۾ جڙجي مون،
ڪنهڙي ڪانئر سان آڙجي مون،
پنهنجي عمر گنوائي آهي!
اڄ جو مُنهن تي ڇائي آهي
۽ مان انگ-اُگهاڙي آهيان،
ڇڻ مان ڪا ڦُلواڙي آهيان
جنهن جا ڦول لتاڙيل آهن،
ويڇهيءَ ڇڪڻ اُجاڙيل آهن،
تنهن جو ڪارڻ آءٌ تہ آهيان....
ڇو مون کونہ سڃاتو چاهيان؟
ڏوڙ چنبيسر، سارو ڏوکو،
سونهريءَ ۾ سپ هُيو کو!
ڪُوڙ هٿان جي ڪاجُ سري ٿو،
تاجُ رکيو تاراجُ ڪري ٿو.

جو بہ ڏُيڻ تي پيرَ ڌري ٿو،
هيٺ وجي ٿو، نيٺ مَري ٿو....
ڪنهن بہ ڏُيڻ ڳرڪائي ناهي.
دودا سائين! اڄ هُو ڪاهي،
راتاهي لئہ اچڻا آهن ـ
اهڙا ٿاڪہ پيا هڻُ ناهن!

[دودو چوليءَ کي ٻانهن
ڪانِ ڇڪي، اُتاري ٿو.]

دودو ـــ

لڄّ جيان ڪا ناهي لوئي؛
ڪُوڙ وَٺان ڪنهن وقت بہ ڪوئي،
پنهنجو پاندُ ڪَري جي آجو،
تنهن کي تي پڇتاءُ تہ ڇا جو؟
سَچّ تہ ڪوئي ڪَتّي آهي،
جنهن جو ڪُنبي سدا ٿو لاهي،
پاپَ ٻڌاڙي، ميرُ مَنَ جو.
آڃرو اندر آهي تَن جو،
ڪوڙ وٽان جي ڏڙر پڇن ٿا....
سي ڪاهيءَ مان نيٺ ڪڇن ٿا،
جِنِ جي رڳ رڳ رَسّي آهي.
سچّ سوا بي ڇَسّي آهي
ماڻهوءَ جي هَر رهٽي ڪهٽي.
توکي پيڙ پٽي جا سَهٽي،
تُنهنجا گيتَ اُجاري ويندي،
تو ۾ ڏينا ٻاري ويندي.

[ڀاڳيءَ ڏانهن ڏسي ٿو-]

ڪُوڙا ڪانئر جا سڀ سنگي-
هاڄ جڏهن آهي هٿ-سنگي،
ڪُوڙ سندس ڪچڪول پري ٿو،
۽ پينو جنهن وقت ٿري ٿو،
ڪُوڙ اُنهيءَ تي ٿهڪ ڏئي ٿو،
تنهن چادر کي چهڪ ڏئي ٿو
جا هُن منهن تي اوڙهي آهي-
ڪُوڙ پرائي ڪوڙهي آهي،
اُن کي جنهن به چِٽو، پڇتايو،
بيڪ وتي جئن، ڪوڙهه پرايو.
ڇا بہ چنيسر سمجهي هاڻي،
مون جئن هُن کي ڪونہ سُڃاڻي،
جنهن جي ڏور پرائي وَس آ،
ناچ ڪندي، ڪيڏو بيوَس آ!
ڇاهي ڏور، تہ اُن کي ڊاهي،
ڇَٽ ڏئي، پوءِ پَٽ تي لاهي،
ناهيَ، لاهي، ڊاهي اُن کي،
ناڪوليءَ ڪان ڪاهي اُن کي.

ڀاڳيءَ—

ڪانئر جي هر سوچَ بہ ڪوڙي،
لاڀُ بہ ڪُوڙو، لوچَ بہ ڪُوڙي،
ريت بہ ڪُوڙي، پريت بہ ڪُوڙي؛
ڄڻ هؤ ڪاٺي ڪچي ڇوڙي،
پَرَ جيي هَٿ ڪَڙي سمجهي ٿو!
۽ شايد هؤ هي سمجهي ٿو،

کوبہ کٿي جو ڪيتو ناهي،
سيڪجهہ ڪاڏو پيتو آهي،
ماڻھو ماس سوا ڪجهہ ڪونهي،
ورنڊڙ سواس سوا ڪجهہ ڪونهي.
موت ائين آ هن جي من ۾،
چيچڙ جئن ڪتي جي ڪن ۾.

دودو ـ

موت تہ هرڪنهن جو ويري آ،
پاراٿي ۾ پاڙهيري آ،
پوءِ بہ آهيري مان آڏري،
پاڻيءَ پاڻ مٿان سوَ پڇي
پنهنجا پرڙا ڦڙڪائن تا،
سيج ڪي سيني سان لائن تا؛
ناهي اِن جي اون اُنهن کي،
ڪنهن تي ڪانُ ڪڏهن تو ڪڙڪي!
ماڻهوءَ کي چو ڏپُ ٿئي ٿو؟
موت تہ جهاپوءَ جهپُ ٿئي ٿو!

ماڻهوءَ ۾ هي ڏر چو آهي؟
ڪنهن بہ مري هي چاتو ناهي،
”هٿہ هٿہ! آءٌ مري ويو آهيان،
ٿاڻي سنگ تري ويو آهيان!“ ـ

موت آجائي جو ڏر آهي،
پر ٿاٿو، جو آڻ - تر آهي....

سڃ مٿان ڪا سانجهي ناهي،
اوندهہ ڪا آڳانجهي ناهي!

اُن ۾ تارا ٽيم ٽيم ڪن ٿا،
روشنيون ٿي رم جهم ڪن ٿا.

جڳ جڳ جي جهرمر آ جنڊڙي،
ڪيئي جوت جهروڪا جنڊڙي،

جن مان روز وجهن ٿا ليئا،
ڏاها ٻاري پنهنجا ڏيئا؛

جنڊڙيءَ جوتِ سدائين جاڳندي،
آئي آ مون تائين جاڳندي،

مون کان پوءِ به جاڳندي رهندي،
هر پيڙهيءَ سان هلندي رهندي....

جوت ڪڏهن به نه مرڻي آهي.
اڄ جا مُنهنجي ڪُرڻي آهي،

تنهن کي آءٌ نيائي ويندس،
پنهنجي جوتِ جلائي ويندس.

پردو پيو

[دودي جي حُڪم تي جنگ جا نقارا وڄن ٿا، ۽ سڀ جنگي جوڌا هٿيار ٻڌي تيار ٿين ٿا. آسمان مان جهڙ هٽي ويو آهي، ۽ چانوڻي چنڊ جي روشنيءَ ۾ نظر اچي رهي آهي.]

دودو ـــ هوُ سورهيه سنهيري نڪرن ٿا،
جهونجهار جتا ٿي نڪرن ٿا،

۽ جيءُ هٽي تو جهومريون....
تيار ٿيو اي سومريون،

۽ راتـوواهـيءَ سـامَ وَتـو،
تنهن آبڙي جي، جنهن جهڙو ڪو
اڄ ديسَ سڄي ۾ ويـزُ نـہ آ.
هِنَ وقت نديءَ ۾ نيرُ نـہ آ،
ڪي نيش ڪٿو، ارمـوشَ ڪٿو،
ڪي پٽڌ پٽو ۽ پيرَ هٿو!
آ سامَ اوهـان لـئـہ ابـڙن جي،
جڻ چانوَ ٿئي تـي ڪبڙن جي؛
هو آڏي ڏالَ نـہ ڏارن ٽـا،
هو راوت مرندي مارن ٽـا،
آ غيرت تن جي رَگَ رَگَ ۾،
۽ ڪنڌُ جهڪائڻ ڪان آڳ ۾،
هو ڪنڌُ ڪپائڻ چاهن ٽـا،
۽ تيسين سينو ساهـن ٽـا،
پيي جيسين جـام شهادت جـو،
هو ڪن ٽا سنڌڙيءَ کي سجدو.

[پاڳهيءَ کي-]

ڪنهن چاتو آهـي ڪير مري!
هو ڪانئر ڪارونـيـار ڪري،
اڄ ايندا تنهنجي پياءُ مٿان....
۽ شـايـد ويـنـدي سِنڌُ هٿان؛
مان مرندي تـائين وارَ ڪندس،
۽ ڏاريـن جـا سِرُ ڏار ڪندس،
هي ڪنڌ ڪلهن تـي آ جيسين،
هو پيرَ ڌريندا ڪئن تيسين.

هڻ ڏرتيءَ تي، جا آمي آ!
هيءَ جنڊڙي هڻڻ نيڪمي آ....
شل جيجل جي ڪنهن ڪار اچي!
شل اُن تي ڪانئه ميار اچي!
شل تُنهنجو وارُ نه ٿيي ونگو!
شل تُنهنجو ڏينهن نه ٿيي ڏنگو!
اي ڀيڻ! سدا آباد هُجين!
جنهن جاءِ هُجين، تون شاد هُجين!

[ٻاگهيءَ ٻيون سُومريون
اُنن تي وجن ٿيون، پردو
ڪري ٿو.]

# ائڪٽ ٽيون

## پردو پھريون

[دودو فوج کي اُتساھي رھيو آھي. چوليي خيمي جي اوٽ مان ڏسي رھي آھي.]

چولي (پاڻ کي)— دودو توکي چنڊ لڳو ھو،
ڪنھن ماڻڊيءَ جو منڊ لڳو ھو:
تو سوچيو ھو، مان چولي ھان،
اُن کي اُيري ڪيئن پچان مان!
چنڊ وجھي تو پرتان پاڇا،
ڏوران ڏيک ڏئي تو ڇا ڇا!
ھا، پر ڪيڏو پرتي آھي!
اُن جي ويجھڙ وس ۾ ناھي!
ڪيئن وئين ءَ ڪنڊيءَ تي ڪاھي؟
اي چولي! ڇاڇر ۾ ڇاھي؟
اڄ تون گدلي ميري آھين....
ڇو تون موتي ڇاتي چاھين؟
چنڊ پراھون تي ويو آھي!
پريون پھر اچي ويو آھي!

دودو (فوج کي)— ڇا لاءِ ڏرن تا ماٺھوئڙا!
ھر روز مرن تا ماٺھوئڙا!

ڪو ڪيئن مَري، ڪو ڪيئن مَري،
ڪو هڻڻ ۾ مَري، ڪو هيئن مَري!

جن وقت گذاريو ويرَن سان،
تلوارن سان ۽ تيرن سان،

سي آڳَت وَڏائي آرَڻ ۾،
تا ڪؤنڌ مَرن ڪنهن ڪارَڻ ۾:

ڪي ويچ هٿان وڙهه پيئن تا،
تي لُولا لنگڙا جيئن تا،

تا ڪِنجهي ڪُرڪي ساهه ڏين،
۽ ڏُرڪي ڏُرڪي ساهه ڏين:

هر روز هزارن ۾ ماڻهو،
تي چڙهه تہ قطارن ۾ ماڻهو،

تا سوٽَ مُهاڙن ۾ گڏجن،
اونداهَن لاڙن ۾ گڏجن.

هيءَ جيڪا پُر پُر مِٺي آ،
ڪيئن چاڻون ڪنهن جي ڪنهن جي آ!

اي پونيرَ جُنگن جوڻن جا!
تِن ڪندَ ڪَرارَن ڪوڻ جا،

جڻ سوٽڻ ميٺو چاتو هو،
گهر تيسين پيرُ نہ پاتو هو،

هت جيسين ڏاريا پيرَ هُيا!
هڻ جيڪي مڙس مٿير هُيا،

ڪنهن آيري واءُ نہ لوڏيا هاـ
ڪنهن ڏوڙئي پيرَ نہ ڏوڏيا هاـ

مين ڏرتيءَ تان تين ڏرڳڻ جا،
تين لوهي جهڙن لڳڻ جا -
سي جنگ اوهان ۾ جرڪن ٿا،
تي مولهيا مولهيا مرڪن ٿا.
اي سنڌ - سپوتو سرويچو!
پل ويريءَ سان اڄ ٻر ميچو!
سڀ پنهنجي پنهنجي سينگ سڄن،
اُن ڪڙڪڙ ڪڙڪڙ ڪان وڄن،
جئن سخت ڳڙن جو مينهن اچي،
۽ ڪانهن هوا ۾ ڪوئنم بچي!
جنهن وقت ڪڏي ڪيڪان وڄن،
تي ميڙيءَ جا طوفان وڄن،
جئن هٽڪارن ڪان هانو هڄن،
ڇهه ويريءَ جا ٻروقت ڇڄن!
اڄ ماري ڌاري ورنو آ،
يا وڙهندي وڙهندي مرڻو آ.

ڇولي (پاڻ کي-)

هيءَ ڪنڌ - ڪڪوريل آزادي،
ساٿهيوءَ ۾ موريل آزادي،

تي پرکي پاڻ - وهيڻ ڪي،
ڇا هانءَ ڏئي تي هيڻ ڪي!

تدبير ڏئي تقديرن کي،
تقدير ڏئي تدبيرن کي،

ڇا ڳوندر ڪبي گرمائي تي!
تي راڳا راڙ مچائي تبي،

۽ پيرَ ڇڪي پنجوڙن ۾،
ڇا گوُنجي ٿي گجگوڙن ۾!
رڙي دودا! توتان گهورَ وڃان،
ٿمبل آءٌ ٻه پيوَ جا پولَ پڄان!

[چوليءِ خيمي مان ٻيرن سان
پيريل تيرڪش ۽ ڪمان
ڪڍي، ٻاهر اچي ٿي. ترڪش
پٺيءَ تي لٽڪائي ٿي، تہ
پريان گرد غبار اڏامندو
نظر اچي ٿو ۽ گهوڙن
جي سنبن جا آواز اچن ٿا
پردو ڪري ٿو.]

## پردو ٻيو

[جهونجهڪڙي جي مهل آهي. دودي جي گهٽي فوج مارجي ويئي آهي ۽ ٿلهي ٿي پکڙي ويئي آهي. جنگ جي ميدان ۾ هزارين لاشا پيا آهن. انهن جي وچ ۾ دودو ڌرتيءَ تي ڪريل آهي ۽ آيائين اکين سان چوليءَ ڏانهن ڏسي رهيو آهي. چوليءَ کي هڪ هٿ ۾ مشعل آهي ۽ ٻئي هٿ سان دودي جي وات ۾ ڪليءَ مان پاڻي وجهي رهي آهي ۽ سڏڪا ڀري رهي آهي.]

پوئين وير اچي وئي آهي،
موت رڳو هڪ هڏڪي آهي،
جڻ پَرَ تان ڪو رَستي ڇوڙي،
۽ ڏيکي سان ڏنگي ٻوڙي....

اونهي جو اسرار نہ ڄاڻي،
آرُ نہ ڄاڻي، پارُ نہ ڄاڻي.

[چنيسر جنگ جي ميدان ۾
لاش ڏسندو، دودي جي
مٿان اچي ٿو بيهي.]

چنيسر (دودي کي) جبر ۽ قوت جي ڦوڪ اچائي۔
دودا! تو ڇو جان گنوائي؟

هر ماڻهوءَ جي هاڪ بہ ميٽي،
هن ڌرتيءَ تي ڌاڪ بہ ميٽي،
اڄ مجبن ڀلا عيش ڪرين ها،
هيئن جوانيءَ ۾ نہ مرين ها!

دودو — ڇا بہ چوين، مان مرڻو ناهيان،
وس ستائي ورڻو آهيان:
تون بہ چنيسر جو ڪجهہ چاهين،
مون کان اڳ ۾ ورڻو آهين۔

تاڻي تاڻين سان، ويس بدل سان،
تنهنجي ميتهجي جنگ ازل کان،
جاري آهي، جاري رهندي،
جاري آهي۔ جاري... رهندي.......

[دودو ميڙي وچي ٿو، ڇولي
اکيون اکيون ڪيائي ٿي.]

چولي — هر روز پتنگا چرڪن تا،
ڏرسُ، ڏيئي لات اُئين ئي آ

هڪ جوت ڀڄهي، ٻي جوت جلي
هر وقت جهروڪا جهرڪن تا.
ڏرسُ، ڏيئي لات اُئين ئي آ

هر اوندهه ۾ هر اوجهڙ ۾،
ڪي ماڻهو مرڪن مرڪن تا.
ڏرسُ، ڏيئي لات اُئين ئي آ
ڏرسُ، ڏيئي لات اُئين ئي آ

[پردو ڪري ٿو.]

---

پونئرو — پاڻيءَ جو نرم جيت.
ڏرڙ — سوراخ. ڪوراڙ — هڪ زهريلي نانگڻ.
سانءَ — هڪ پاڻيءَ جو پکي.
پاراٿو — آها لڪل جاءِ، جتي شڪاري تاڪ ۾ ويهندو آهي.
پاڙهيري — پکين جو شڪاري.
نيش — سٽن سالن جو اَنُ. ارموش — ڏهن سالن جو اَنُ.
رايت — بنهارو. آرڻ — جنگ. موبهو — پڳ.
ڪيڪان — گهوڙو. راڳو — شينهن.
درمي — ٻڪري.

# رني ڪوٽ جا ڌاڙيل

(منظوم ڊراما)

[پردو کڄي ٿو ۽ پهاڙيءَ تي ڪجهه جهڳا نظر اچن ٿا. ٿورو پري چوپايو مال ٻڌل آهي. هڪڙي جهڳيءَ جي ٻاهران کٽ تي ويٺگس ننڍ ۾ آهي، ۽ پرسان ٻيءَ کٽ تي ولهار ستو پيو آهي ۽ چيٽ جي آڪاس ڏانهن ڏسي رهيو آهي.]

ولهار (آڪاس ڏانهن ڏسندي)

هي جيڪو ٻي انت لڳي ٿو،
ڪيڏو جوين ونت لڳي ٿو!

هي ماڻهوءَ جئن جهرٽو ناهي،
ڪيءَ پنگر جئن پرٽو ناهي.

تارا پيچي، تارا آڳي،
جيءَ سمهي، جڳ سارو جاڳي.

ڪنهن هي منڊ ٺاهيو آهي،
سارو سانگ رچايو آهي؟

هيءَ ميٺي جا پير پٽي آ،
ڌانهن سنجها ڪئن آنهن ٻٽي آ!

پوري آهي، ناسي آهي،
آدي آ، ابناسي آهي،

گاڙهي آهي، پيلي آهي،
ڪيڏي رنگ رنگيلي آهي!
روز ڦٽي آ، روز ڇٽي آ،
سونهن ٻٽي آ، واس ٻٽي آ،
مڌر ملن جي ريت ٻٽي آ،
پاڇانبون جي پريت ٻٽي آ-
جنڊڙي کهنبي جو ڇنڪو آ،
موت آجاتي جو ڪنڪو آ،
پوءِ به جنڊڙي پياري آهي،
مڌ ماتي، متواري آهي.

[وينگس ڏانهن منهن ڦيري
چوي ٿو-]

هين جا هنس به آڇا آڇا،
هين جا وار پشم جا لڇا؛
ڇا ڇا جيءَ جڳاٿا هين جا،
آڏيءَ ويرَ به ڇاٿا هين جا؛
رات مٺي جو ماتو آهي-
ڏ هي ڳهرو ڳاتو آهي،
جنهن ۾ ننڊ پري پئي آهي،
ڇڻ ڪا ڪونج مري پئي آهي!
اُتر هير هياسورا آئي،
چنبي اُڏائي، چولي تاڻي،
سونهن پسائي تي سنڌر جي،
ڇڻ ديوي آ ڪا پنڌر جي!
ڇرپڙ هن جا ڇپڙ تين تا،
مرڪي موتين لپڙ ڏين تا-

ڏسڻ موهڻ جڻ نيرمل سپنا،
لهرون لهرون، چنچل سپنا،
آڏيءَ رات انهن ۾ ڇا ڇا،
تارا، پاڻي، پٿر، پاڇا!
۽ هُو روهه رلايل سپنا،
گهايل گڏبڏ، آڇايل سپنا،
سپنا جن تہ آڏاريل آڙيون،
سپنا آڏيءَ رات اماڙيون،
ڪيئي آهن اماڻيل سپنا،
۽ ڌرتيءَ سان واڻيل سپنا
ڪينءَ هجي يا ڪيتو تين جو،
ڇا ڇا تاجي پيتو تين جو!
جي انسان ستو پيو آهي،
ڪيڏو ڳجهہ ڳتو پيو آهي!
ماڻهوءَ جڻ بي انت نہ ڪوئي،
جوئي آهي، آهي سوئي!

[وينگس ننڊ مان ڇرڪ ڀري
جاڳي ٿي.]

وينگس —

آڏي رات، آڇانڌڪ سپنا!
ڪاري ڏينهن، پيانڪ سپنا!

جو بہ پکين جو جوڙو آهي،
تنهن جو انت وڇوڙو آهي!

ساري ليلا نياري آهي،
جڳ پوڃارو ماري آهي.

دلبهار ــ قدرت تہ ڪرتي پياري آهي....
۽ ساٿ سنساري آهي۔
هي جوين آ جا ٻين ٻين آڌما،
ٿوَنس تتن جي، ڪِجِڪا ڪين جا،
ڪجھ نہ هوندي، سڀڪجھ آهن۔
ڪاروتپار ڪتين جا ڪاهين
تا ڪيڏانهن، نہ ڪنهن ڄاتو آ،
تن جو انت نہ ڪنهن پاتو آ!

هيءَ ڇا سندر مايا آهي،
ساري پَل جي ڇايا آهي۔
پَلُ ٻوٽو آ، پَل جگنو آ،
پَلُ پَل ڪي پنهنجي خوشبو آ،

پَل پَل ڪي پنهنجي جوتي آ،
پَلُ ڳيوڙهو آ، پَل موتي آ،
پَل جو سهجُ سڀاءُ ڇگو آ،
جنن آتر جو واءُ ڇگو آ....

ساٿو منجھ وڏائن جو تا،
ٻَل ڪي چيپ ٻٽائن جو تا!

وينگس ــ پريت بہ آهي پَل جي مايا،
ڪنهن ڇايا جي ڇَل جي مايا؛
پوءِ بہ آن ٻن چارو ڪونهي،
پريت سوا ڇُٽڪارو ڪونهي؛
مَن جي موڪ آنهيءَ ۾ آهي،
ساريءَ اوڪ آها تي لاهي؛

پريت جڏهن هي رُوح رَچي ٿي،
بادل بادل ٻيڻ نچي ٿي،
پيچ منجهان جڏا پِڙتا ڇاهي،
سا ميٽيءَ جي پريت تہ آهي!

۽ پوءِ پڙتا گراهڙا ڪن ٿا،
ماڪ وسي ٿي، مينهن پون ٿا،
۽ ميٽيءَ جو پيار نِڙي ٿو،
هي سارو سنسار نِڙي ٿو!

هي آڪاس سمندر جهڙو،
ٻيا ماڻهوءَ جي اندر جهڙو،
جنهن جو ڪوئي ٿاهه نہ آهي،
ٿاهه نہ آهي، ڏاهه نہ آهي،

تنهن جي ڌرتيءَ تي چانڊوڪي،
پريت نہ ڇٽي، پيو ڇا ڇٽي؟
ماڻهوءَ جو من پريت سموهي،
ڇا ڇا تو مٽيءَ ۾ گوهي!

پريت اُٿين ماڻهوءَ جي من ۾،
جئن ڪا ڪويل چندن-بن ۾؛
جئن ٿوڙني جي کيت مٿان ڪو
پونت آڏري پيچ پنيءَ جو!

ماڻهو پريت وسارن ڇو ٿا!
۽ گهنگهر ۾ گهارن ڇو ٿا؟
پريت بنا هيءَ ڌرتي پاري،
ڪاري آس، نڪاري واري.

[گوليون ھلن ٿيون ۽ وينگس
ڦتجي پوي ٿي. ٿي ڏاڙيل-
آڏو، ڪاڏو ۽ ڏاڏو- اوندھ
مان نڪري، مال چوڙن ٿا.
ڪجھ واھڻي ڪھاڙيون
کڻي آچن ٿا ۽ ڪبڙن جي
اوٽ مان لڪي ڏسن ٿا.]

آڏو—

سان آڏو ھان، سان آڏو ھان،
پر سان ڏاڏي ڪان ڏاڏو ھان؛
پيچ پنيءَ جو نوُر لٿيو مون،
سانجھيءَ جو سيندوز لٿيو مون؛
ھٿنڌو ھوس اڪيلا ڏاڙا،
رنگمحل ھا يا رچواڙا،
سيئي منھنجو ڏن ڏيندا ھا،
ڏرتي جھاڙي ڏن ڏيندا ھا؛
ھاڻي سان ڪجھ جھڙ ٿيو ھان،
پر نر اجا مجبور ٿيو ھان؛
گوليون ۽ بندوقون سون وٽ
سوني جون صندوقون مون وٽ-
ٿرَ تيَ ۾ جو 'ڏاڏو' آھي،
۽ جو ڪانئر 'ڪاڏو' آھي،
ھاڻي ٿن کي ساڻ کڻان ٿو،
ڏاڙا ٿن جي اوٽ ھڻان ٿو.
اڳ تہ اِھي آئاسا باڳيا
سارئيون راتيون ننڊ کنڊا ھا-

ڏينهن ڏهاڙا سوڳا تن جا،
ڪاٽ ڪُهاڙا اوڳا تن جا.
اڄ ڪَلهه ڀاڳيا جاڳيا آهن،
ها، ها، ڀاڳيا ساڳيا ناهن!

پر جا مُنهنجي ٽولي آهي،
تنهن جي ٻولي گولي آهي.
هاري آهي، نباري آهي،
يا پيٽو ڪو اِتڪاري آهي،

هر ڪو مُنهنجي ٻولي ڄاڻي،
ڪوبه نه نڪري گوليءَ تاڻي؛
جي ڪِي موتَ مُقابل ٿئي ٿو،
گهر گهر تي بارود وَسي ٿو،

دَرَ دَرَ تي ٻوڇارَ ڪَيان ٿو،
گوليءَ سان گفتار ڪيان ٿو.

ڪٻاڏو — ڏاڏو بيشڪ ڏاڏو آهي،
ها، پر آقا آڏو آهي،
ءُ هوُ مون کي پيارو آهي،
آن سان پائيچارو آهي.

ڏاڏو — ڏيل تہ مُنهنجو ڏاڏو آهي،
ها، پر آقا آڏو آهي،
مان ٿي هيءَ بندوق پريان ٿو،
مان ٿي سڀ تي وارَ ڪريان ٿو،
آهنجو آهيان، سنهنجو آهيان،
پوءِ بہ پنهي کي پنهنجو آهيان؛

چو تہ پنهنجي جو چاوَلُ آهيان
۽ مان هوندَ هَراوَلُ آهيان؛
تينسين گوليون برسايان ٿو،
ويريءَ واهَرَ ترسايان ٿو،
جيسين گهرَ گهرَ ڦُرَ لايو تا،
جيسين سڀڪجهہ چورايو تا.

[ڏاڏو اوندھہ ۾ بندوق تاڻيو
بيهي ٿو، ۽ ڪاڏو ۽ ڪاڏو
ذرو ذرو ڪٿي، ڏورِ ڏِڪِيا
ڪاهي، اوندھہ ۾ ڪُمر ٿي
وڃي ٿا. ورِآهار تيو ڏيٺي
منهن ۾ لنگهندڙ ڪنهاڙي
لاهي ٿو وٺي، ۽ ڏاڏي تي
وار ٿو ڪري. ڏاڏو وَرِآڙو
ٿي بندوق جو فير ڪري
ٿو. جو گهٽي وڃيا ٿو، ۽
ڪنهاڙيءَ جو بيو ڏڪ
کائي، ٿڪي سان ڪِري ٿو.]

ڏورو پنهنجا يار ڪيا تو،
هيٺ تي هشيار ڪنيا تو؛
هاڻي تيندين ساهہ ميرن جو،
'ڏاڏا' ڪاٺڙا! ڳاهہ ڳجهن جو.

[ڏاڏهارو ڏرتيءَ تان ڏاڏي جي
ڪِري پيل بندوق کڻي ٿو.
هن جا ڳڙو ڳاٽي ڪهاڙيون

ڪٽي، ٻڪرين جي اوٽ مان
[ٻاهر آڇن ٿانءِ]

اي ڀاهڻ جهڙا واهڻيو!
ڇا لاءِ اِئين لاچار رهو!
ڇا لاءِ ڀڄو، ڇا لاءِ لڪو!
آ ڪُڙم مٽان ڪيڏو نه ٽڪو!

ٿا ڪاٺر راتو رات اچن،
۽ گهاتڪ سوچي گهات اچن،
۽ گهر گهر ڦُر لُٽ لائن ٿا،
هر گهر واري کي گهائن ٿا،
هر ٻهر واريءَ کي لوڻن ٿا،
۽ ميڙي چونڊي ڍوئن ٿا.

هي جيڻ ڪهڙو جيڻ آ
جي جندڙي وهم جو پيڻ آ!
هيءَ جندڙي جهڙو آ جر تي،
جو لهر اڀاري ٿو جر تي،

جا پنهنجو اوڇو ڳاٽ جهلي،
ٿي پاڻيءَ تي ڪجهه وقت هلي،
۽ ڳيت مَدَر کي ڳائي ٿي،
پوءِ پنهنجو ٻاڻ سمائي ٿي

ين ڌرتيءَ ۾، هن انبر ۾،
ين نيري گهري ساگر ۾،
پر آن ۾ ورسر آيرن ٿا،
جي آنڌيءَ مانجهيءَ آڳرن ٿا

هن جڳ جي جيءَ جياپي ڪيِ،
هر آڌڪاريءَ جي آپي ڪيِ،
اي پاهڻ جهڙا واهڻيو!
ڇا لاءِ اُئين لاچار رهو!
ناهڻ ته لڳا ٿيي پاهڻ ۾،
ڏاڙيل گدڙ ها اندر ۾؛
اڄ تن جو پيچو ڪرٽو آ،
هي آڏو، ڪاڏو مرٽو آ؛
جن سنجها جو سيندور لٽيو،
جن پيچ پنيءَ جو نور لٽيو،
اڄ تن کي پورو ڪرٽو آ،
اُن واپس موڙ نه ورٽو آ.

[وينگس ڏانهن منهن ڪري
چوي ٿو]

اي وينگس! تنهنجا وار ڇڱا،
۽ تن تي منهنجا آر ڇڱا،
مون تن جي چانوَ به ماڻي آ،
۽ ساري ڏرتي واڻي آ
ڪنهن سپني سان... پر ڪيئن ڪيانءُ!
ٿو توکان مان اڄ دور وڃانءُ!
جن ڦورن توکي کهايو آ،
۽ ڏاڍيءَ زال اُگهاڙيو آ،
من جهڙين تن کي خاص ڪتيان،
ٿو تيسين ڪو بنواس وتان.
مان نيٺ ته موتي آڇٽو هان،
۽ توسان ڳڙجي نچٽو هان،

هن رنگ رنگيليءَ ڌرتيءَ تي،
مَد مَستءُ نشيليءَ ڌرتيءَ تي،
تي پيچي لُنب ليارن سان،
۽ پيچ پنيءَ جي تارن سان....
پر هاڻي مون کي وڃڻو آ،
هي وعدو مورُ نه پڄڻو آ.

[وينگس جي رَت ۾ لويل
چُني، بندوق جي ناليءَ
۾ پڌي، بندوق کي آيو
تو ڪَري.]

سان تنهنجي آرتي ڪنهن سان
هي ڳاڙهو جهنڊو تو ناهيان؛

اڄ هن پرچم جي پاڇي ۾،
سان ڪوٽ اندر يا ڪاڇي ۾،
للڪار ڪندس هر ويريءَ تي،
۽ وار ڪندس هر ويريءَ تي،
جيئن ٽيڪ پڙي، ڏئي واڳهه ٽپو،
۽ هاڻ ڪڏي هاڙهيالي جو.

[ڏاڍي جي لوٽ ڏانهن
ڏسي ٿو.]

ها، گهاتڪ تنهن جي گولي آ....
دل دُشمن جي پر پولي آ.
جنهن وقت پڇاڙيءَ پاڪر تي،
چڙهه ڇيپ ڪيري ڪا ڇاپر تي.
هڪ قهري آ، هڪ قاتل آ،
پر ظالم پوءِ به بُزدل آ.

[سائين ڏانهن ڏسي ٿو-]

جي ڏڍران ڏرسُ تہ مُهاڙن سان
هٿي ويري آهہ پهاڙن جان؛
پر ڏونگر جيَ آ ڏيکَ گهٽي،
جو ظلمُ اُنهيءَ ۾ سرنگهہ هٽي،
هر وقت اُنهيءَ کي ڊاهي ٿو،
هڪ ڪوڪو ڊانچو ناهي ٿو.

اي معصومو! اي مظلومو!
گهنگهورُ گهٽائن تي جهومو!

هر ڏونگر تيءَ للڪار ڪيو،
۽ اُيري اُن تي وارُ ڪيو!
اندير نہ ڪوئي رهٽو آ،
۽ پيرُ نہ ڪوئي رهٽو آ

ڪنهن پابيءَ جو هين پاڙي ۾،
اڌ رات ڪٽيسين ڏاڙي ۾،
هيءَ باقي رات بہ ڪٽڻي آ....
پر هائي بات بہ ڪٽڻي آ،

۽ ويريءَ بويان وجهو آ،
۽ تنهن جو ڳاٽو پيچٽو آ.
ها، باڪَ پامري آچٽي آ،
نئن سوهن تي جا نچٽي آ،

تي ڪرٽو ڪرڻو پاڻيءَ تي....
جتي چانديءَ جا هاريائيءَ تي
ڳنهہ جهرمر جهرمر لائين ٿا،
۽ اُڪي اُڊي جهپڪائن ٿا.

جـــي ڏونــگــر ڏاري ايندا سين،
جـي مـــاري مـــاري ايندا سين-
هي سانگي پنهنجا ڇـوِنرن سان،
۽ ڇاڙيءَ ڇاڙيءَ ڏوِنرن سان،

۽ ميـنهـِن سـان ۽ گانئين سان،
۽ پنهنجن پـــالَ ٻلائـين ســـان،
تبـي آجـــا اونهي اَلـڪي ڪـان،
ڪا نندِ ڪـنـدا تنهن جهـلڪـي سان،

جـو واهوندَن ۾ وَرِٺو آ....
سو ماٺهو مـؤر نـــــه سـرٺو آ،
جو ساهـه ڏئي تــو ننگـَن تـي،
۽ جهانگين تـي ۽ جهنگـَن تـي،

۽ پنهنجيءَ کيتيءَ ٻوڪيءَ تـي،
۽ پنهنجيءَ ريت انوکيءَ تي.
سنسار تـــــه ڏاڍو سَهـڻــو آ،
هـــــي ڄـار تــــه ڏاڍو سَهڻو آ-

ڪنهن گهاتوءَ گهيرُ وَســايو آ،
۽ هرڪنهن کــي ڦــاســايو آ-
آ ماڻهوءَ جو ســَن ڪـنـديءَ ۾،
ڪو ڪـندو آهـي مـنـديءَ ۾،

جــو هـلـڪـي پيڙا آئـي تــو،
جـــا پيڙا مـــاٺهو ماٺي تــو.
جنهن وقت مگر ڏاڙيــل آچن،
۽ ڏرتـيءَ تـــي انڌيـر مـچن،

هين چنڊ مَنجهان، آڪاسَ منجهان،
۽ ڌرتيءَ جــي وَڻ واس مَنجهان،
ڳِنڍيـر مَنجهان ۽ ڳِيرَ مَنجهان،
۽ پنهنجي هَڏَ ۽ چَمَ منجهان،
۽ چنگ چڙي جي لارَ مَنجهان،
ڇِڻ هن ســاري سنسارَ منجهان،

تي ظالم سِتم جـي بانس اچي،
ڪنهن ڳَهري غمَ جي بانس آچي—
چا جهانگيءَ مان، چا سانگيءَ مان،
چا دونهينءَ مان، چا دانگيءَ مان،

چا پنڊيءَ مان، چا مانيءَ مان،
چا تنهنجي ڳِل جي ڳانيءَ مان،

چا تنهنجن ڪارن وارن مان،
چا تنبوري جـــي تــارن سان،

چا گيتن مــان، چا بيتن مان،
چا ذاتِ آچيتن چـيـتـن مان،

تي وَرَ وَرَ ساڳي بانسَ وَري،
۽ ڳَهري غمَ جي چِٽَ ڪَري—

اڄ ظــلــم نهوڙي ايندا سين،
هــي جهنڊو ڪــوڙي ايندا سين؛

۽ آن جي ڳاڙهيءَ مستيءَ ۾،
هن پنهنجيءَ پوريءَ وَستيءَ ۾،

ڪو ســورج ٻــاري ايـنــدا سين،
۽ ڏينهن آيـــاري ايـنــدا سين!

[ولهار جا ساٿي، مُنيون
پيڪوڙي، ٻانهون مٿي
ڪن ٿا.]

ساٿي (ڪورَس ۾.) ڪو سورج ٻاري ايندا سين،
۽ ڏينهُن اُڀاري ايندا سين!

هي جهنڊو ڳاڙهيءَ مَستيءَ ۾،
پل جهولي پنهنجيءَ وستيءَ ۾!

هو ساري ماري ايندا سين،
هو ڏونگر ڏاري ايندا سين!

[گهايل وينگس آتي ڪري،
سيني کي ڳچيءَ ۾ ڳاڙها
ڳانا ٻڌي ٿي، ۽ هو وري
ڪورَس ۾ ڳائن ٿا.]

ڪو سورَج ٻاري ايندا سين!
۽ ڏينهُن اُڀاري ايندا سين!
ڪا ٻشاهه لڳائي ٻيلن کي،
هن ڌرتيءَ جي ڏاڙهيان کي
اڄ ساري ڏاري ايندا سين!
ڪو سورج ٻاري ايندا سين!
ڪو سورج ٻاري ايندا سين......!

[سڀ ڪورَس ۾ ڳائيندا،
روشن چانوري ۾ وڃندا نظر
اچن ٿا، پردو ڪري ٿو.]

---

آبناسي– جو ناس ٿي نہ سگهي.
ٺيٺن موهن– رني ڪوٽ جي وچ مان وهندڙ برساتي نئن جو نالو.
ڳڀيٺ– ڀهاڙي ڳهيتو.
ڀين ڀين– الڳ الڳ، طرحين طرحين.
ٿوريو– سرنهن جو هڪ قسم، جو ونڊڙ ڀيلا گل ڪندو آهي.
هراول– اڳ ۾ ويندڙ.
وريسر– شارڪ (Shark) مڇي.
آنبر– آسمان.
هاڙهيالو– سرڪش يا ڀيابندڙ ڍور.
پاکر– زره.

۵

کَنڊيءَ نہ سيگري، ٻٻَرَ نہ پَلڙو،
سائو نہ سَلڙو،

ڇانگوءَ نہ ڇيلڙا!
مارو آکيلڙا!
مارو آکيلڙا!

پيڊيءَ نہ ڳيڙو، ورهہ وات ويلا،
مُنهڙا بہ پيلا،

ڳوڙها ڳهيلڙا!
مارو آکيلڙا!
مارو آکيلڙا!

سارو سيارو تيي مات ماري،
سومَرَ آڳاري،

ماٺهو نہ ميلڙا!
مارو آکيلڙا!
مارو آکيلڙا!

تا جيءُ جهورن ۽ روهہ رولين،
جنهن وقت ٻولين،

ڪنڇي ڪوڏيلڙا!
مارو آکيلڙا!
مارو آکيلڙا!

٥

کيڙؤ کيڙؤ کوهہ ڪرين!

ڇا تو سارين ڪارڙا؟

آءُ ڇپر ۾ ڪنڌيءَ ڇانوَ،
ننڍ ڦتايئہ شالَ مرين!

ياد ڏياريئہ يارڙا!
ڇا تو سارين ڪارڙا؟

ڪيرُ هري تو تنهنجي هانوَ،
تو هئن ڪنهن جي ڏنجهہ ڏرين؟

تو بہ ڪيا ڇا پيارڙا!
ڇا تو سارين ڪارڙا؟

ويسر واريا مون ۾ نانوَ،
ڪيرُ نيائي پريت پرين!

ووءِ ڪٿي ويچارڙا!
ڇا تو سارين ڪارڙا؟
ڇا تو سارين ڪارڙا........

---

ڪارڙو ــ ڪارو تتر.
ڏنجهہ ــ ڏک.
کيڙؤ کيڙؤ ــ تتر جو آواز.

٥

جيجل، منهنجو جيئڙو!
هَئِم هَئِم منهنجو جيئڙو!
آئـي مُند گُلاب جـي۔

هَرڪنهن پاتا هـارُ، هَوا ۾ چِڪِڻ چِڪِڻ تي مَهڪي،
رُت جي ريت نرالي آهي، رُڱِڻ رُڱِڻ تـي چَهڪي۔
هـا، پر هُوءِ سانگيئڙو!
هَئِم هَئِم منهنجو جيئڙو!
آئـي مُند گُلاب جـي۔

ڪوڪي ڪوڪي گهايل مَن ۾ ڪويـل ڪنهن کي ڪاندي،
هَر هَر آءُ اچـان چانئٺ تـي ڪيئي سپنا سانـدي۔
ڪوبہ نـہ پـائـي ليئڙو!
هَئِم هَئِم منهنجو جيئڙو!
آئـي مُند گُلاب جـي۔

ڪَنهن کي اِن جو ڪَئِتُ نہ آهي، موتُ ڪَڏهن تـو ماري،
مون ڪان پـوءِ نـہ چاڻان ٻـي ڪا، جيڪا دَر تـي ٻاري
ڏورانهين لَئِـہ ڏيئڙو!
هَئِم هَئِم منهنجو جيئڙو!
آئـي مُند گُلاب جـي۔

٥

ڪاريءَ ڪِنڌيءَ تان ڪَنهن جا ٻه ڏِيئا
گهنگهور ساگر
ڇو ڏِسن تا؟

ٻيڙي تہ ڪائي موتي نہ آئي،
واريءَ اَنڌيءَ تان پر ٻوءِ ٻہ ليئا
گهنگهور ساگر
ڇو ڏِسن تا؟

ڪو ڪيئن ٻہ چاهي، اُلڪو تہ آهي،
وانجهي ويا جي، جيئا نہ جيئا!
گهنگهور ساگر
جو ڏِسن تا
ڪاريءَ ڪنڌيءَ تان ڪنهن جا ٻه ڏِيئا!

٥

باک ڦٿيءِ جو بانورا،
ميندي پوکي نہ کيتَ پر.

مؤمَل هٿڙا رانئبا،
مَرندا سودا سانورا،
ميندي پوکي نہ کيتَ پر.

ايندا سَنڌڙا کاکِ جا،
وِسري ويندا چانورا،
ميندي پوکي نہ کيتَ پر.

باک ڦٽيءِ جو بانيورا!
ميندي پوکي نہ کيتَ پر.

---

رانئبا- ڳاڙها ٿيندا.

٥

هَمَ هَمَ ٻيريون چاڱريون!
هَمَ هَمَ آرتيون آڱريون!

سارو ڏينهن بهار ۾،
هر هر ڦُلَ قطار ۾ـ
هَمَ هَمَ ٻيريون چاڱريون!
هَمَ هَمَ آرتيون آڱريون!

هون ۽ تہ پيارا منڊ جا،
سپنا سارا منڊ جاـ
هَمَ هَمَ آرتيون آڱريون!
هَمَ هَمَ ٻيريون چاڱريون!

---

چاڱري ٻير– ٻهاڙي ٻير، جا هر وڻ کان اڳ بهار ۾ ڦٽندي آهي ۽ جنهن ۾ ننڍڙا ڳاڙها ٻير ۽ تيز ڪنڊا هوندا آهن.

۵

هَئـہ هَئـہ مُنهنجي چـولـڙي
ڏوهُ نـہ ڌوٻـيءَ گهاٽَ تـي!

آن ۾ جنهن جـو واس آ،
آءُ آنهـيَءَ جـي گولـڙيـ
هَئـہ هَئـہ مُنهنجي چـولـڙي
ڏوهُ نـہ ڌوٻيءَ گهاٽَ تي!

آهـہ ڪَنجر جـي ڪَنجَّ ۾،
ڪائـنـي رات رتـولـڙيـ
هَئـہ هَئـہ مُنهنجي چـولـڙي
ڏوهُ نـہ ڌوٻـيءَ گهاٽَ تـي!

ســارو ڏينهن ڇـُهاوَ سـان،
ڇـاتـيءَ جـَنهن جي چـولـڙيـ
هَئـہ هَئـہ مُنهنجي چـولـڙي
ڏوهُ نـہ ڌوٻـيءَ گهاٽَ تـي!

ميرو سـَمجهہ نـہ مـُنڌَ ڪي،
ٻڌّ تـہ منهنجي ٻـولـڙي!
هَئـہ هَئـہ مُنهنجي چـولـڙي
ڏوهُ نـہ ڌوٻـيءَ گهاٽَ تـي!

o

تون لنوائيندي ٻنہ مون کي ڪيستائين؟
آءٌ تنهنجي دانهن آهيان!
تو ٻُران تــو ۾، سُڃاتو تــو نہ سائين!
آءٌ تنهنجي دانهن آهيان!
مون ٻڌا هِن چنگ ۾ جهيڙا نہ جهائين!
آءٌ تنهنجي دانهن آهيان!
ووءِ، مُنهنجا گيت تون ڳائين نہ ڳائين؟
آءٌ تنهنجي دانهن آهيان!
ووءِ، پنهنجي پاڻ کان ڇو تو لڄائين؟
آءٌ تنهنجي دانهن آهيان!
آءٌ تنهنجي دانهن آهيان!

o

وَتَ جلائــي ويــٺم،
آئــي راتِ اَماسَ جــي
چنڊ تــہ اَجهاٽــو اوچتــو
ڏيــئا ڏيــئا ڏيــهُـ،
آئــي راتِ اَماسَ جــي.
ٻرين جوتِ جيار تون،
سو ٻــکــي ۾ پــيــهُ
آئــي راتِ اَماسَ جــي.
آرهــا! آنــڌوڪــارَ ۾،
تو وَٽ ســڄ سينيهُ!
آئــي راتِ اَماسَ جــي.

٥

گهرَ گهرَ جوتِ جلائي،
سانجهي آئي—

تنهنجو ديپُ وسائل ڇو آ؟
تنهنجو مُنهن ڪومائل ڇو آ؟
هرَ ڪنهن سيجَ سجائي!
سانجهي آئي—

هِءَ جو مڙُ نہ وَرنو آهي،
تُنهنجيءَ پريتِ اَنهيءَ ڪي چاهي،
ڪَهڙي گَتَ بڻائي!
سانجهي آئي—

هناءِ، آڪين وَٽِ ڏورا تُنهنجا،
هَٿَ هَٿَ نيڻ ڪَتورا نُنهنجا،
جِن ۾ بوندَ نہ ڪائي!
سانجهي آئي—

ڪنهن سان پريت لڳايئہ پڳلي،
جو اڄ راس نہ آيئہ پڳلي،
ساوڻَ رات سُهائي!
سانجهي آئي—

o

او ڪانگهه ۾ ڪونجڙيو!
ترسو مان به هلان!
ساٿي ساري ديس ۾ منهنجو ڪونه ٿيو،
اُترسو مان به هلان!
ڏوري مون کي ڏور کو پنهنجو ڏيهه ڏيو،
ترسو مان به هلان!
چو ڏرتيءَ جي ڏوڙ ۾ مون کي پنڌ پيو!
ترسو مان به هلان!
ڪنيڙاتين ڪان اج ڪنيي، مون کي ساٿ نيو!
ترسو مان به هلان!
ترسو مان به هلان!

o

چوري پوءِ نه ڪيتڪي،
گجرا پاءِ نه پانهن ۾.
گهلي! ساري ڳوٺ ۾
ڳولين ٿي ڪنهن کي ليکي؟
گجرا پاءِ نه پانهن ۾.
تڙ تي تيارن چانو ۾
سارين ٿي ڪنهن کي سيکي؟
گجرا پاءِ نه پانهن ۾.
سوچين ٿي ايندي ڪڏهن
پاران ٿنهنجي پالڪي!
گجرا پاءِ نه پانهن ۾.
پوري، ڪهڙي پالڪي!
گجرا پاءِ نه پانهن ۾،
گجرا پاءِ نه پانهن ۾.

o

گھاگھٽ گھاگھٽ گھاٽ،
سيجَ ڪنهِي نڪتي.
سينهون ويڙهي سانوري،
تون ڇو آنهه اڇات؟
سيجَ ڪنهِي نڪتي.
سورج ونسي سونهن سان
ساريئه رات سمات
سيجَ ڪنهِي نڪتي.
نيٺ تنه ايندو تنو گهرڻي،
ڇو تو گهٽيءَ گهات!
سيجَ ڪنهِي نڪتي.

o

آپ ڪپر تي ناوَ،
چندڙ پيو آيري.
گھر گھر مهڪي مالتي،
ڇوٽي ڇوٽي چاوَ
چندڙ پيو آيري.
ڪامڻ ڪندن روپ ڪني
ڪامديو جا گهاوَ
چندڙ پيو آيري.
سانجهيءَ تاڻي سار جا،
ڇا ڇا هتڙ ڇهاوَ!
چندڙ پيو آيري.

---

ڪامڻ ـ ڪامڻي
ڪندن روپ ـ سون جي شڪل واري.

o

آڏا لڪ تـــہ ڏس!
چنڊ پيو آيري.

گهوري بيٺو ڪنڌ ۾
هيٺ سر جو سيس
چنڊ پيو آيري.

چڙهئو آن جي چوٽ تي
ڦهڪو ڪائـــي ڦيس
چنڊ پيو آيري.

o

هي نيرو آڪاس
آڏيءَ جو آڪاڙ ۾.

ڳوهي تو چنڊ ڳجهه ۾ ڪوئي منهنجو ماس،
آڏيءَ جو آڪاڙ ۾.

مَن-مندر ۾ ڏيٺڙا، هلڪو چنڊن واس،
آڏيءَ جو آڪاڙ ۾.

سون سان منهنجو پيار پڻ تيٺو آ چيا ناس؟
آڏيءَ جو آڪاڙ ۾.

٥

ڪَنبُ نہ تون ڪاپائتي!
ڪَنبڻَ واريون ڪوھہ ڪَتيندِيون!

ھين آتڻ ڪان اڳتي ڪائي
تاھي پوڻ ڀوائتي-
ڪَنبڻَ واريون ڪوھہ ڪَتيندِيون!

تورينڊڙ جي تانگھہ اَجائي
آھہ اڙي آسائتي!
ڪَنبڻَ واريون ڪوھہ ڪَتيندِيون!

ڪَنبُ نہ تون ڪاپائتي!
ڪَنبڻَ واريون ڪوھہ ڪَتيندِيون!

٥

ڳاڙھا ڳيرو آئيا
دولھہ مُنھنجي ديسَ جا!

ڏَر ڏَر وَنڙيءَ پانھنجا
مُرڪي وارَ وچائيا-
دولھہ مُنھنجي ديسَ جا!

واري تن تي جندڙي،
ھي جي ويريءَ گھائيا-
دولھہ مُنھنجي ديسَ جا!

لالُ لھوءَ ۾ گھوٽڙا
ڳوٺَ ڳاي سان لائيا-
دولھہ مُنھنجي ديسَ جا،
دولھہ مُنھنجي ديسَ جا!

٥

وَنجهہَ تــكـيـرا وِانجهيو!
گهاٽُ پـري آهي.

ڪارا ڪُنُ آٿاهہَ جا
آچـا آڳيرا وانجهيو!
گهاٽُ پـري آهي.

لَهرون لُڙ دريـاهہ جا
هـيـل گهٽيرا وَانجهيو!
گهاٽُ پري آهي.

ٿڪرايو طـوفانَ سـانُ
سُرخُ ڦُريـرا وانــجـهـيو!
گهاٽُ پـري آهي....
گهاٽُ پـري آهي....

---

ڦَريرو— جهنبو.

٥

سکيي! هوا ۾ هنگاءُ آهي، گَلي گَلي گيتُ ٽي وئي آ!
پيا بنا نيند کيئن ايندي، بسنتَ جي رات ٻيي چٽي آ.

آننت آ هيءَ روپُ-مايا، اڄا ته ڪينترَ ئي گيت ڳايا،
اٿي سٿي لوڪ ڳاءِ چارڻ! صدا اڄا تو ڪيٿي ڪٿي آ!

نه ڪوڪ ڪويل! نه ڪوڪ ڪويل! اسان آڳيئي ڏکي، ڏاڍي ڳڻ!
ڏسين نه ٿي ڇا پيرم پري آ، لهو لهو رات نيردئي آ!

سڄي سڄي رات ننڊ نيڻين نه آ اسان کي، تڏهن به ساجن!
پڌرَ پٽي آهه ڳالهڙي ڪئن؟ نه تو ڇٽي آ نه مون ڇٽي آ!

'اياز' ڪلهه مينڊري ڇيو ٿي، 'جڏهن ڇڙهي ڪاٺي ڇڪيا تهي،
'نه ڪاڪِ ساڳي، نه آءُ ساڳيو، ڏِٺم ته مومَل نٽي نٽي آ!'

---

اننت- بي انت.
نيردئي- ظالم.

o

چيٽ پورا ڪيا گهڙيءَ تي مون،
ڏس، نهائين آچا تتي نہ تتي!

هوءَ پروڪي ڪڏهن پياربندين،
مٿ ڪولي تہ ڏس، متي نہ متي؟

اڄ تہ ڏاڏو اُداس آ آتڻ،
تند تو ڪا نئين ڪتي نہ ڪتي؟

سانت، جهر حي آذار، تيز هوا،
چنبڙ، چڪيا مٿان سٽي نيستي!

ريس تو سان آوس 'اياز' ٿئي،
تو ڪنئي ڪاڻ، مون رتي بہ رتي.

o

لار تنهنجي لڳي آهيان لالٽا!
آءُ سوٽي ميان، ڏينهن لاٿہ گهٽا!

هيل پنهنجي چني مون تہ ڳاڙهي رڳي،
ڳوٺ ڳالهيون ڪيون ٿا ملن ميهٽا.

ٻڪٽ ڪنهن ڪي بيرهہ جي نہ آ پڻءَ تي،
آيہ پالهي پنڊي، چار تارن ڪٽا.

سينڌ جيئي سدا، سينڌ جيئي سدا،
راس آئي رلي، هڻءَ اوچي گهٽا.

اي 'اياز' اڄ وري ڏند ڏاڙا هنيا،
روشني! روشني! ڪن پيا ڪي ڇٽا.

---

ميهٽ — ميهٽو. مٽڙ موتڻ ميهٽو، ٿيا نظاري نروار. (لطيف)

o

ساڳ پنهنجو پنلي، سينڌ پو پي پلي،
پياڳ واري سدا پڙنء تي پرجهلي.

تنو چيو سنڌڙي، مون چيو جنڊڙي،
مون پرولي سلي! مون پرولي سلي!

پريت ليلا بہ آ، پريت ڪونرو بہ آ،
پريت پرکي تہ ڪا مون جيان دل جلي!

وڪ ورتري ڪيو تي اچي، تي آچي،
هڙ جهڙالي هوا، هڙ گلابي گلي!

ننڊ مرڻي نہ آ، اي 'اياز'، آ اچا
اڄ جو آسرو، ڪا تہ پاڻيء ڪلي!

o

هانءُ منهنجو هرڻ، ريت منهنجي رلي،
رات مون کي ستارا ستارا ملي!

روجهہ رمتا ٿيا ڪير ڪنهن کان پڇي،
آپہ چا کان ڦٽو، وڃ ڪنهن تي ڪاي؟

ڪا ترائي هجي چانو چانئي هجي،
اڄ سنهنجي بجهي، مان پوان آهلي!

تو سوا نينگري ڏيهہ ساري ڏٺو،
ديل ڊولائتي ڏور تنهنجي تلي!

ڪنهن نہ چاتو 'اياز' آهہ هي تو سوال،
ذات سارو جڳت، ذات سوڙهي گلي.

۵

جا خدا کان نہ ٿيو، جا نہ امڪان ۾،
ڪالهہ ڪبان ڳالهہ سا آهہ انسان ۾.

آءٌ زنجير پائي بہ آزاد هان،
تون تہ ظالم سدا آنهہ زندان ۾!

رات نانگڻ بہ آ، رات جوڳڻ بہ آ،
رڪ جتائون انهيءَ جون سدا ڏيان ۾!

مون نہ ڇاتو هيو چنڊ چارڻ بہ آ،
چاندني راڳ آ رات سنسان ۾!

هو تہ مون کي ڇتا تي وٺي ٿي ويا،
مينهن برسي پيو ڪالهہ شمشان ۾.

بادلو! بادلو! ڪجهہ تہ برسي وڃو،
رات ترسي وڃو هن بيابان ۾.

عشق تنهنجو 'اياز' آهہ انسان سان،
هو ڇون ٿا تہ تون ناهہ ايمان ۾.

## ۵

بُني آملتاس تنان ڪڙڪ ڪويل ڪري،
'ھڙ پَري آ، پَري آ، پَري آ، پري!'

مورَ جا پَرَ ته مون کي ڏنا تي ميان!
ناچ سون ڪان نه ٿي، ريت پيئي ٻري.

مڙني ڪهڙو به آهي، ڪلالوا! ڏيو-
رات گهنگهور آ، ڪئن به تاٽو تري.

بانَ کيئي گنتا پر نه چارَٽ تڪو،
پَنگ پيهر چڪي، چنگ چوريو چري.

جيءُ هو يا جهڳو، داءُ پنهنجو لڳو،
جيت ڇا، هار ڇا، ڪير پٺ تي وري!

سر به تنهنجو ميان، سير به تنهنجو ميان،
ڪنڌ تو ڪان نِوا ڪير تو لٺ ڏري؟

سينهن جي رات ڪاتي وڃو اونيوا!
مانڙي تي پڇي، باهڙي تي ٻري!

آءُ، رابيل مرجهائجن ٿا پيا،
ڪا سگنڌ آهه جنهن جي نه تو بين سري!

اي 'اياز' آنئرا! تنو ته پايل ٻڌي،
پيرَ سوچي ته رَکُ ڌرتيءَ تي ڌري!

---

آملتاس — املداس، چمڪڻيءَ جو وڻ.
پنگ — تير.

٥

جهُوپڙي پاهران رات جهانجهر وڳي،
پيرَ ڪنهن جا هُيا؟ ڪيرَ مون ڪان پڳي!

سونَ جهڙي جُواني اسان ڪان وئي،
وارَ چاندي ڪيئہ، عمر ايڏي نڳي!

ڪيرَ هيءُ سچّ ۾ ٿي وڃي اَجّ ۾،
ٿيي نہ پٽ تي ڏسي، لارَ ڪنهن جي لڳي؟

سُورَ تو لئہ سنا، سارَ تُنهنجي رهي،
زندگاني پرين! تارَ تُنهنجي ٽڳي.

٥

پيچل سواء ڀي تہ لڪا ناهہ لوڪَ ۾،
هڪ ڳالهہ آ تہ جهانءِ نہ آهي جهروڪَ ۾!

اوندهہ اَجاربي نہ اُڳوڻي چراغ سان،
نيزي مٿان اَپار ٿئون سچّ نوڪَ ۾!

ڪرها ڪڏاءِ، ڪاڪ پري ناهہ مينڌرا!
چا جهي چڏيئہ بہ چار جڏا جيءَ جهوڪَ ۾!

وِهہ ڪان ڪڙي پيار اسان کي اڙي ڪلالَ!
ها، اوتِ، اوتِ، اوتِ اجا اوتِ اوڪَ ۾!

شَل ڪرَ ڪٽي ڪيرار مٿان اوچتو وسي،
مارو ميلن 'اياز؛ وري شالَ موڪَ ۾!

جهروڪ ـ جهروڪو، چاريءَ وارو ڪتهڙو.
جهوڪَ ـ رات جي منزل لاءِ اٺن جي ويهارڻ جي جاءِ؛
اوڪَ ـ پئٽ، زور واري برسات.
ڪيرار ـ پٽ شاهہ جي ويجهو هڪ ڍنڍ.

o

هي هرڻ بانورو ڪيستائين هچي؟
بادلن، ٻوند ڪا، ريت، جنهن سان رچي!
آءُ سورج مکي، ڏينهن منهنجو ڏکيو،
تون نه آيرين نه تو، آڪ چاتي ڪچي!
آگ ٻن ۾ لڳي، راڪا تي رڙي،
ٻنسري شيام جي بي سري تي وڄي!
او پرين! او پرين! آءُ، موتان ٻيو،
ڪير تو کان پڇي؟ ڪيستائين پڇي؟
سير 'اياز' اڄ ڏئي، منهنجو موتائجي،
سپند سنتي ورکي آهه ڪنهن نيرلجي.

o

۾ تي نينگريون، چاندنيءَ ۾ پتڻ،
لٿيون اپسرائون سجاول ۾ چڻ!
پني رات، ڳهرا تيا ڳوٺڙا،
آسارو آسارو ڳهلي تو ڏکڻ.
ستارن پري آپ هيئان نه سمهه!
ستارا ڏسي ياد ايندءِ سجڻ.
اڙي رات تارن پري! تو ڏٺو،
تراسيءَ مٽان هڪ اڪيلو هرڻ؟
چون تا تمام آ ذات آڪاس قل،
چون تا ته پنهنجو نه تون پوک وڻ.
پرينءَ جي پکي ۾ وچين تو 'اياز'
تڙي آهه ٽانگر ۾ تي قبول ڪڻ.

o

ڪونجَ ڪرڪي پئي ڪا اُتر پار جي،
ياد آئي اسان کي وري يارَ جي.

اڄ اُتي جي هوا جيءَ جهوري وڌو،
سينگَ چڪجي وئي اوچتو سارَ جي.

ٿي ڪپا اڄ شفق ڦول آن ۾ ڦِٽا،
ڪانَ جهولي پري ٻر مڱٿهارَ جي.

ڪيترن ڪونپلن سان سجايل هئي!
ٻانهن ڇو تو آڪارڻ ڪپي ڏارَ جي؟

اي "اياز" اوچتو ڦٽَ کولي وئي،
چيٽ جي چانڊني، هيرَ ولهارَ جي.

o

ڏور ٿيندا وڃن روز ڄـو گيئڙا،
تون آڄا ٿو جيئين، هاءِ ڙي جيئڙا!

اوچتو مون ڏٺو آپَ آسائيتو،
رات ڪاري هئي ڏيئڙا ٻڏيئڙا!

مون نہ ڄاتو تہ اي سنجَ جهڙا پرين!
روز پاتا پئي تو لڪي ليئڙا!

آءُ منهنجي تڏي، ويهہ اوري آڏي،
ساهہ تو کي سڏي، اوءِ سانگيئڙا!

ڇو "اياز" اڄ وري چانو ڳولين پيو؟
پَنڌ ڏاڍو پري، آهہ پانڌيئڙا!

٥

کيئن ڪڙا ٽيا، ڏينهن ڏاڍا ٽتا،
آءُ ڪاري گهٽا اڄ ته ڇوڙي ڇتا!

واءُ سان وڻجهه ڪيڏو وڙهن ٿا پيا!
جڻ آٿائو لڳو، مڙس مانجهي متا!

پريت ۾ جيترا جيءَ جوکا ڪٽيا،
اوترو مدُ متو، راڳ مُنهنجا رتا!

روز جهُلڪا لڳا، روز خوشبو پکي،
واءُ ڪان سون وٽا پار ٽُنهنجا پتا!

ٿيي 'اياز' اڄ وري ڇتُ آڪارت لڳي،
سانوري ڪان سوا هيءَ سموري سٽا!

٥

تو جُلي هي جبل، لُڙءَ هوريان ته هَلُ!
پند پنهنجو پري، ڏينهُن آهي ٽتلُ!

سيج تارا ڪَڍي، واءُ وَرَ وَرَ وَڍي،
بَرَس ڪيهون ڪري، اي چمرا ڪر نه چلُ!

ڪو پکيءَ جو نه پرُ، ٿو ٻري ڪيرٿرُ،
ڇپ جي ڇانو ۾ ڪيرُ آهي سٿلُ!

واءُ واريءَ مٿان ٿو وراڪا ڏئي،
ڇو اُڏائو ٿيڻ، ڪا ترائي نه تلُ!

اي 'اياز' اڄ نه ڏس پير پنهنجا پٿون،
ڪا گهڙي ساهه پٽ، آ پري، هڙ پُنهلُ!

o

رات جي راڻيءَ ڪئي قلهارَ آ،
واءُ ۾ ڪنهن سانوري جي سارَ آ.

ڪُونجَ ڪا اُڏري پئي سنجها سمي،
يا اُفق تي ڪا لهوءَ جي ڌارَ آ!

ياد ِ بندرَ بمبئيءَ جو تو اچي،
جيءَ ۾ جهرمر ڪئي ڪنهن يار آ.

ڳُونجَ آ هر گيتَ ۾ جنهن جيءَ 'اياز'،
هاءِ، سو ڇپُو ڏور آ، ڇو ڌارَ آ!

o

اڄ ڏسي ڳاڙها ڪڪر آڪاس ۾،
ڌرتيءَ ڪي آسَ آئي آسَ ۾.

تون ڀري آهين نه ڇا، آهي پتل،
رات پر رابيلَ تنهنجي واسَ ۾.

نيٺ ڀادل برسندا هِن پونءِ تي،
نيٺ ايندين ڪنهن ڀهيني ماسَ ۾.

هي هرڻ ڏاڍو هنيلو هو 'اياز'،
ڪنهن پرائي ڏِڙ نه آيو پياس ۾.

o

هي سيارو، هوا، منهن تي ماٺ!
ٿي سڏي ڪا وري جڏهن ڪي جاٺ.

رات ڪاري، هيٺ هٿ جڳنو،
ٽيڙ ڪائي پٽي ڏيٺي جي لاٺ!

ورچ ڪنهن تي وڃي ڪري ساٿي!
آپ ۾ اوچتو ٿيا چمڪاٽ.

جي نه ريجهي رنو، پلئه ڳل، پاء!
نينگري! تو ڪيا گهٽيٺي ناٺ.

ڪنهن نه چاتو ته چو هيا سرها،
هو آڏيء تي 'اياز' اوچا ڳاٺ!

o

شاعري جي روح گرمائي نه ٿي،
منزل مقصود ڪي پائي نه ٿي.

ڳوڙهن تنهن جي چا ڪبي، محبوب جو
ڪوڙ جي پيغام پهچائي نه ٿي!

گيت منهنجو ڌرتيء جي دانهن آ،
ڪا ڳڻن واري ائين ڳائي نه ٿي.

اي ڀڏي! پاڪار ڀانهون ڀڃ! رڳو
پريت ڪنهن ڪي پار پهچائي نه ٿي.

تو ڪري راڪاس رازا پر 'اياز'
هيل تنهنجي سينڌ گهرائي نه ٿي.

o

اگر دائم آهي ته درياهه آ،
گهڙيءَ لاءِ هي گهير تنهنجا هيا.

پٿائي! اسان جي پريءَ جهول ۾،
ٻڌوسين ٻه ٽي ٻير تنهنجا هيا!

اِهو چيرِ-چمڪو سڄاڻان پرين،
ٻنيي ٻاهران پير تنهنجا هيا.

ٻرو نانهه ڀنيور اي پورڙي!
ڏِنه ڏوجهه جن، ڏير تنهنجا هيا.

آڙي ڏيهه! تون شال ترڻانءِ ٿين!
ولهيءَ سان وڏا وير تنهنجا هيا.

اڄا هانءُ هاريو نه آهي 'اياز'،
نوان روز اندير تنهنجا هيا.

o

ڪي مال ميڙن، ڪي آڪيڙن ٿا،
ڪنهن ڪونه چاتو ڪڏڙا نيڙن ٿا.

منهنجي آڳڻ تي آڪاس-گنگا،
تارا ٻڌن ٿا، تارا ڪيڙن ٿا.

منهنجيءَ ترائيءَ پائي پار جو،
سڀ روجهه ريجهي، جنهن تي ميڙن ٿا.

ٿا گيت منهنجا چاريون وچائن،
ڪنهن گهير ۾ چڙهه گهاتو گهيڙن ٿا.

چا چا چون ٿا ماڻهو آياڻا!
اي ذات، توتي ڪيڏو چيڙن ٿا!

۵

تو لئه تڪيندي ڏينهن اُجهاڻا،
ڇو نه ڪونه آئين تون رات راڻا؟

هيءَ هيءَ بسنتو! هي قول پنهنجا
ڪنهن لاءِ آندءِ سُنهنجي پڄاڻا؟

هيءَ هيءَ گهٽائو برسي نه برسيءَ،
هيءَ هيءَ اُڄايل هي پيونءَ ياڻا!

اي چنڊ! توکي پهچي نه پهتا،
اڄ گيت سُنهنجا ڏاڍو اُڏاڻا!

سهڪار آهي ڪائي ميٺيءَ ۾،
هي ڪير سهڪي آن ۾ سماڻا؟

اي آسمانو، نيرا جهانو!
ڪيڏانهن ويندا ڏرتيءَ ڏکاڻا؟

رابيل جا گل پوئي ته آئين،
پر هار ڪنهن کي پائين آياڻا!

مايوس آهين اي مندرا ڇو؟
موسل ڪندي آ ڪنهن وقت ماڻا.

اڄ ڪلهه 'اياز' آ مرهم مهانگي،
۽ گهاو تنهنجا آهن پراڻا.

o

هُوندي مايا آپرمپار،
ٻنهي وارا رَبُّ سنڀار!

رات نه ڪاري نانگڻ آهي،
گاروڙي تي رات گذار!

وِلهه وسي تي اونده ٿي،
ٿانڊاٽو تي ٿاٽو ٿار!

توتي ڪاوڙ ڪوهه غلام!
نامِ غلامي جهڙي گار.

دور آسارا شاهه، بلوط!
تون کو پنهنجو ٻوٽو ٻار!

ڪاٺياري جي ڪنهن کي ڪاڻ؟
واهر تي ويساهه نه ڌار!

هر ڪنهن پنهنجو پنهنجو ڪُڙم،
هر ڪنهن پنهنجي پنهنجي ڪار.

جنهن ميٺيءَ تي مرٽو آهي،
تنهن ميٺيءَ کي ڀرين سار!

ڪالهوڪي جو کهڙو ٿاءُ،
اڄ کو آجرو سيجهه اُپار!

هلڻي آهي هردم ويڙهه،
آڏي پنهنجي ڍال نه ڍار!

هَرَ مَنزل کان، اڳتي وڃڻ!
ڪنهن مَنزل تي پير نه ٻار!

اڳتي اينڌا ڪارا ڪَڻَ،
پوءِ به وڃڻو آهي پار.

دُنيا جَنّت ٿيڻي ناهه،
پوءِ به دوزخ تي ڦِٽڪار.

ڳاڙهي گُل جي خوشبو سِنگهه،
۽ پوءِ ڪَنڊي تي ويچار!

ڀڙ ڀَل ٿِئي جي ڳالهه ”اياز“*!
پَنهنجو پيغمبر ٿـي گهار.

---

* ابرمپار — بي انتها.

٥

آڏيءَ آتي تا هڙ گيت جوڙن،
شاعر پکين کان آگ ۾ پتوڙن!

پيروُن پچن تا ڪاري ڪَنڊ ۾،
ڌرتيءَ منجهان تا امرت نچوڙن.

اڄ گيت مُنهنجا چيتي آچيتي
ماڻهو مَٽيءَ جو وينا وِلوڙن.

هَر هَر ڪَجاوا آئيري آچن تا،
ڪَرها پيٽن مان تا واٽ ڊوڙن.

ٻيڙي ڳَري ۽ اوٺَو آئائو،
وانجهي وسوڙا تارن نه ٻوڙن.

مُنهنجي پِدَر ۾ پيرا پرينءَ جا،
او شل نِڌَر سان ناتا نه توڙن!

ڪيهائجي ڇو ڪوري ڪَتڻ ڪان!
ڪاپائتيون ۽ رَنديا نه روڙن!

هَيءَ هَيءَ 'اياز' آڄ هي جاڳڻ-سپنا،
تا جيءُ مُنهنجو سارو جهنجهوڙن!

۵

آڪاسُ نيرو، نيرمل اُجالا!
پَر پَر ڪَلالان، پُورا پيالا!

توڙ تُنهنجا سونا سَنگهاسَن،
مون لاءِ مُنهنجي هيءَ ميرگهہ ڇالا.

ڪويَل ڇَوي ٿي هيءَ ڪوڪ ڪهڙي؟
سون گيت ڳاتا سَڀ ڪان نِرالا.

ميهَر ڏسي تو، تارا ٻرن ٿا،
مُٺي سُڪائي ٿي وارَ آلا.

اوٻار ناهيان پر پوءِ بہ مُنهنجي
بَنسي وڄي ٿي گهَر گهَر گوالا!

سيندوُ سُنهري! توکي ڏني مون،
ڳوڙها وهائي، ڇا ديپ-مالا!

اڄ ڪَلهہ 'اياز' آ هر گيتُ تنهنجو،
انڌيَر نگريءَ ۾ ڪا جوالا.

٥

راتِ وارن کي وري ڇنڊڪو ڏنيي،
اوچتو ڪاري گھٽا برسڻ پئي.

ڇو ڏهر ۾ تي وڇين ڏيئو ڪٽي؟
رات ڪارونڀار جي آهي، هٽي!

ڪا گھڙي سارا جھروڪا بند ڪر!
واءُ ڪيھون ٿو ڪري او بي ڇٽي!

سير، سڻھي، تيزُ طوفاني هوا،
سارُ ساھ جي، ڏسائون سُرمٿي!

تنهن پڇاڻان ڪاڪ کي مان ڇا ڪيان؟
ميندرو مون کي ويو ڪو ڏڻ ڏئي.

جنهن وڇڻ جي واسطي، پنهنجي 'اياز'!
زندگي بنواس ۾ گذري وئي.

---

ڏهر- پٽن جي وچ ۾ ميدان.
سُرمٿي- سُرمي جي رنگ واريون.

٥

اجا بہ نُل تي هُيا نڪاتا، اجا بہ ڪي سَنڪَب سارَ ۾ ها،
سيگي وِڳيي تي، سَنئين لڳين ڪي، بہ چار پڪڙو وهار ۾ ها.

عجيب هي آڳريون هُيون جي لهو لهو تي ويون تُنبي تي،
عجيب هي ولولا هُيا جي، نہ تندُ ۾ ها نہ تارَ ۾ ها.

جڏهن اسان خاڪ تي وياسين، تڏهن وَسي ماڪَ ميڪدي تي،
رُنو صراحيءَ، ڏنو نہ ساغر، پياڪَ پنهنجي خُمار ۾ ها.

اَٿاهُہ اَڏما ڏِڪار ۾ ها، ڏِڪارَ جا پيار جي سَڪي آ،
سَوين امر گيت آدميءَ جا، نہ چانڊنيءَ ۾ نہ پيارَ ۾ ها!

سَنجهي تي توڪي رُڳو نئولي، سڪي! ڏنو مون جڏهن بہ ساجن،
آواڪُ واڪا اُڪير ۾، ها، آبار ناتا نهارَ ۾ ها.

'اياز' هر شعر آهہ تُنهنجو ائين جئين ڪو گُلاب جو گُل،
ڏني نہ بي ڪنهن بہ سُرخ خوشبو، انيڪ ڀيرا بهارَ ۾ ها.

٥

تيڪا ڪيئن نہ ماري وَيا تاڙ ۾!
لٿو هَنج ڪو ڏِنڊ تي لاڙَ[*] ۾،
اسان ذات سان هي ڏِسائون رَڳيون،
ميان، تون تہ پورو هئين ساڙ ۾!
ڪَياسين آيا رَتَ رُيتا جهنڊا،
وياسين مٽي ديس جي ماڙَ ۾،
آياري وَيو آڳ ڪيڏي 'اياز'،
بغاوت ڪَري گيتَ جي آڙ ۾!

---

[*] ڏِسا طرف.

٥

نہ موٽو ڳهڙيءَ لاءِ گهاٽو ڏئي،
ڪلالو! وڃو مَدُ-ماٽو ڏئي.

آڏيءَ ڪي ڏِنئہ ڪيتري پيار سان!
اسان کي آيو اوڇ ڳاٽو ڏئي!

مٿان رات ڪاري، آسُونهان آسان،
ڇڏي ڇو وڻين تون ٻہ-واٽو ڏئي؟

اُتر اڄ تہ ڪيهڙُن ڪَري ٿو وَسي،
ويو سيءَ ڏاڍو سياٽو ڏئي.

بغاوت پريا گيت ڳائي 'اياز'،
ڇَريءَ کي وڻين ڪو ڇپاٽو ڏئي.

٥

ٽِڪيءَ ۾ ڳهڙو ڪا پري ٿي ٿي،
ٽَري سونهن چمڪا ڪَري ٿي پئي.

اِهو ڪانڌ ڪهڙو؟ انهيءَ کي ڏسون!
سُهاڳڻ تہ ٻهہ ٻهہ ٻَري ٿي پئي!

اُتي جي هَوا ۾ ڪَنيا موڙ پَر،
ڏکي ڊيل هَر هَر نَري ٿي پئي.

ڪَرايون ڳچيءَ ۾ وِجهي ڪانڌ کي،
ڏسي وڃڻ وينگس ڏَري ٿي پئي.

سَکيءَ کي ڏجي ساهہ گهوري 'اياز'،
مگر ڇا ڪَجي، جو ٻَري ٿي پئي!

٥

پَلا پَنڌ هئن کو اُڀَھرو ڪَري!
تڏي چانو آ، وَڃ ڏُڀَھرو ڪَري!

هَوا! ڪانهَن بينؤن ٻٽائي وڃاءِ،
وَسيهَر آني کو تہ لهرو ڪَري!

اَڃا مَڌ مَتو ناهِ، ترسو ذرا،
پياڪو، اَڃا رنگ گَهرو ڪَري!

اسان جو سَدا ڪُنگري تي ڪَمند—
پيو تير انداز پَهرو ڪَري.

نئين جاڳ آندءِ، ويو هو 'اياز'!
اڪيلو غزل ديسُ گَهرو ڪَري.

٥

وِيڇَا! تون چو نہ تو ورائين ٻانهن؟
ڇا ٻُڌين ڪونہ اُوڏُ ڪيءَ جي دانهن؟

ڏسُ تہ تَلوار جئن تکا آهن،
تو سُڪايا تہ ڇا ڪَنڌيءَ تي ڪانهن!

هي تَڏي تي اَڪنُ نڪَت تُنهنجا،
هي جڏو جيءُ، هي آپار پرانهن!

تو سڏي بار بار اَڳاتو،
۽ ڇڪي چوهه مان 'اياز' اَڳانهن.

٥

ٿتي جي هوا ۾ گلابي بدن،
ڏکي ڪيئن آجرڪ سڄو واس ون!

ميائي بہ مهڪي مڄيءَ چمن ۾،
مسافر اهو آهہ منهنجو وطن!

نہ 'خسروءَ' ڏنو هو نہ 'غالب' ڏنو،
غزل در غزل آهہ پنهنجو چمن!

اها سنڌ ڪعبو بہ، ڪلشي بہ آ،
چوي ڇا بہ ڪو شيخ يا برهمن،

آنهيءَ تي اسان جي خدائي ڪٿي،
نہ فردوس بهتر نہ باغ عدن،

جڏهن 'ڪن' چيائون، اسان کي ميلي،
اهائي تہ ڌرتي، اهوئي تہ ڏن!

ڳوالي نہ گوپي ڏٺي هيئن ڪا،
ڏسي جي تہ ساري نہ بنسي نہ بن!

انهيءَ لاءِ بنواس يوڳيون پيون،
انهيءَ سان اسان جو انوکو وچن!

مسافر! رکيو نير جي ڇانو ۾،
اچي ويهہ سون سان، ڪڏهن نار متن؛

نہ ڇائين تہ هن ديس ۾ آهہ ڇا،
نہ سجهين تہ ڇاتي ٿيو مٽن مگن!

هيتي ڪنڪ ۾ سنگت سونا ٿين،
هيتي ڌرتيءَ ڪسي روپهري بدن.

هتي هارَ پوئي اُتر جي هوا،
هيتي ريتَ جو هرَ ڪڻو آ رتن؛

جڏهن تو وسي مينهن جي منڊ ۾،
لڳاتار سوڙي ڇڻي روز ڇن؛

جڏهن سيءُ تي سرمئي راتڙيون،
ڪسي نيندَ نيڻان اسان جي ڳڳن؛

ڏسي چيٽَ جو چنڊُ آڪاسَ ۾،
اسان کي اچي ياد پنهنجو سڄڻ؛

هيتي گيتُ جيتي ويو موت کي،
تنبورو هيو يا پناٿيءَ جو تن!

اُنهيءَ کي اڏائي وئي ڇو هوا،
ڀپل مان ڇٽي جو پيو ڪالهه پن!

اُنـي جي هوا آ، تڏا سام آ،
اَلا جهڙ تيو مارئيءَ جو ڪفن!

ڇنيبر به دودو به مُنهنجو ميان!
ڇوان آءٌ ڪيسين اُنهن جو ڇلڻ!

ڪهاڙي ڏيان ڏوهه ڪهڙو 'اياز'!
ڪپي جڙ اسان جي وڌو ڪالهه ڳن؛

---

ڳڳن — آڪاس.

o

تون نہ آئين، نہ آئين، نہ آئين اچا،
تو اسانِ کي پيو آزمائين اچا!

آ گهڙو ڪا گهڙي، ڏرس ٻُڌين ٿي ٻڙي!
پريت ميهار سان ٿي نيائين اچا!

ڪيچ جا پيچرا مانَ چمڪي پوَن،
باھ پنهور کي جي لڳائين اچا!

سوت هڪ تاج آ، جيڪڏهن عشق ۾،
تون سَري سِرَ آڏيءَ تي جهُڪائين اچا!

اي 'اياز' اُگهہ اکيون، جي وَيا سي وَيا،
پڙ ڪين جا پيو تڙن پڇائين اچا؟

o

ڪيچ ڏي آءُ ڇو ٿي ڪَهان اي ادين،
ڇو نہ پنهور جي ٿي رَهان اي آدين!

هڙ پنهون، جو پَراهون ٿيو اوچتو،
سڙ تنهن نہ ڪيئين سَهان اي آديون؛

راھ ڪائي نہ آ، واھ ڪائي نہ آ،
ڪن ٻهڻ پٻَ جا هڙن نہ هان اي آديون!

هڙ پري جو ويو سينڌ سيندورَ سان،
ناڙ ۾ پئي سان ڪري، ڪئين ٿهان اي اديون!

۵

ٿيي ماڪَ وَسي ميخاني تي، ڪي رِندَ ڪَڙو ڪَڙڪائن ٿا،
ڪَنجهہ ڳاٽ ڳهڙ مان چرڪن ٿا ۽ جامَ جهلي واجهائين ٿا.

موُن، سُهڻا! تُنهنجي ساڪَ ڪني ۽ لوئيءَ تُنهنجي لاڪ هَني،
سي ڪانئر ٻيي ڪنهن ڪڙم منجهان، جي پريت ڪري پڇتائن ٿا.

ڪا هِرڪَ نہ هاري هوتن تي، هي پَنڌ نہ آهي پوِنن جو،
تا ڏاڍا ڏوِتڪر ڏيڪارن، جي پيچ پيارَل پائن ٿا.

ڪي ڪَنڌَ جهڪائي ڪَنڌيءَ تي، ٿا پاڻ ڇُپائن چوهي ڪان،
ڪي وانجهي سِيرَ وَسائن ٿا، دَرياهَ جذهن دَڙ لائن ٿا.

هين شيشي-گهر جا دَروازا، نادان، اگر ڀوٽين بہ تہ ڇا!
پٿر تہ پري، پوُري گهرَ ڪي ڪنجهہ ٿهڪ رُڳا ٿڙڪائن ٿا.

آ مَهڪ هوا ۾ مينديءَ جي، سي گهوٽَ آچن ٿا گهايل ٿي،
جي لالُ لهوءَ ۾ ليٽڙجي، اڄ رُت جي ريت نڀائن ٿا.

ڪي پنهنجي پيو ۾ پڪڪن ٿا، ڪي ڪانيارا تي ڪُڪڪن ٿا،
ٿو چوري چنگَ ’اياز‘ اٿي، جيت ڳاڙها ڳيرو ڳائن ٿا.

---

دَڙ- زور سان، وري وري اُٿندڙ آواز.
پونو- ميدان.

۵

جهي هاڻ نه هارين ڪوهيارل! هي ڏينهن ته ڳهاري ويندا سين،
ڇو پيرَ پٽهاري وينو آن، اَٿ! ڏونگر ڏاري ويندا سين.

ڪنهن لاءِ تڪين ٿو ڪنڌيءَ تان، ٻي ٻيڙي ڪا به نه آچٽي آ،
جي تون ٻه آچين او وڻجارا! تو ڪي ته آڪاري ويندا سين.

دَرياهه اندر جا دَهشت آ، ڪنهن وقت قيامت ٿي ويندي،
تون مان ته رڳو هين سنڌوءَ تي، ڪا لهر آياري ويندا سين.

ڪا جهرمر جهرمر جڳنوءَ جي، ڪا ٽمٽم ٽمٽم تاري جي،
گهنگهور گهٽا جو گهيرو آ، ڪنهن جي ته سهاري ويندا سين.

آ مرڻو... هر ڪنهن ماٺهوءَ ڪي، پر هيئن نه مرنداسين شاٿي!
ڪا آگ لڳائي ويندا سين، ڪو ٻارڻ ٻاري ويندا سين.

تون آءُ ته اوريون اوڙاٿا، ڇو عجيءَ سهي هي جهوراٿا؟
تون ڇا ڪاڻ چڙڪين تو راٿا! اڄ ڪاڪ ڪناري ويندا سين.

جو گهبرائين ٿو ڪوٽ ڏسي، هي اڄي اڄي اوٽ ڏسي،
زندان آڏائي ويندا سين، زنجير پگهاري ويندا سين.

تنهن وقت به مون هي ڄاتو هو، هي ڪاريهر سان ناتو هو،
جي هائي ننانڍ سڄاتو تو، هي ماري ماري ويندا سين.

تون ڪر جو توکي ڪرڻو آ، هي دَور به نيٺ گذرڻو آ،
ڪنهن وقت ڏهينسر مرڻو آ، بنواس گذاري ويندا سين.

٥

طوفان اچا ته پري آهي—

ڪو واءُ لڳي وَڻ ڏوڻي ٿو،
۽ ڇڻ ڇڻ پَنَ ڪِرن ٿا پيا؛
آ ڪڙ ڪڙ، ڪڙ ڪڙ ڇَڪڙي ۾،
پر ڦيٿا پيو به ڦيرن ٿا پيا.

ڇا لاءِ وڃين ٿو ڇَڪڙي ۾،
تون ٻيهي ناڪي ناڪي تي؛
۽ هيڏيءَ هڙ ۾ ڪوٺ ڀڏي،
ٿو ڇرڪين جهاڪي جهاڪي تي!

طوفان اچا ته پري آهي—

پر تيز هَوا جي گهوڙي تي
هِيُ اچِٽو آ، هُوُ اچِٽو آ؛
هر ڦمڻ ڦرندي ڏٺو آ،
۽ ڪوني مَمَڻ مچٽو آ:

هيءَ ڪوٺ آڏامي وڃٽي آ—
تون پنهنجا پول پچين ته چڱو؛
۽ تيز هوا جي گهوڙي تي،
تون هُن سان پيلهه وڃين ته چڱو!

---

پول پچڻ— وهم متائڻ، خوف دور ڪرڻ.

٥

مان ڏوهي هان، مان ڏوهي هان ـــ
مون ڪيئي ڏوهہ ڪيا آهن!

هن سرَ جي گدلي سينور ۾،
هي نيل ـ ڪنول ٻہ تہ ڏوهي آ؛
۽ ڪوبہ چڪور انڌاري ۾،
جي آڏري ٿو تہ دروهي آ ـــ
هي ڏوهہ نہ آهي، ماڻهوءَ جي
مون ميٺي پيھر ڳوهي آ!

مان ڏوهي هان، مان ڏوهي هان ـــ

هي ڏوهہ نہ آ، آڪاس چڙهي
مون پريت لڳائي ڌرتيءَ سان؟
هوءَ سانجهي جا ست ـ رنگ هئي،
مون ڪانہ قبولي سيجہ ڪنان ـــ
ٿو آڳم ـ آڳم تي آيران،
۽ ڪيرٿا ڪيرٿا تي برسان.

مان ڏوهي هان، مان ڏوهي هان ـــ

هوءَ ڏڌتا تنهنجيءَ ڌرتيءَ جا،
پوءِ صوفي ها يا جوڳي ها!
مون گهاتي ٻڙ جئن ڇانو ڪئي،
هوءَ ناٿگر سارا نوڳي ها ـــ
مون روز سگهارا گيت چيا،
هوءِ راڳي تنهنجا روڳي ها!

مان ڏوهي هان، مان ڏوهي هان-

هيءَ ڳاڙهي ڏاڙهي مُلان جي،
هيءَ ڪاري چوٽي پانڌي جي-
مون لاءِ ٻنهي ۾ فير نه آ،
ٻئي آگ اُجهاٽل ٽانڊي جي-
سڀ دين ڌرم جي ڏوڪي ۾،
ٿا ڪوٽ پِرن ڪاٺانڊي جي.

مان ڏوهي هان، مان ڏوهي هان-

هي ڏوهه نه آ، هن ڌرتيءَ تي
ٻون دل جي ديول جوڙي آ؟
تو نفرت جي ديوار ڪئي،
مون اُن جي ٻار اُکوڙي آ-
مون ڳاتا گيت محبت جا،
مون واڳ وطن جي موڙي آ.

مان ڏوهي هان، مان ڏوهي هان-

تو سڏڻ ڏيان هر سڏڪي ڪي،
تون جاڙ ڪرين، مان ماڙ ڪيان؛
تون چيٽي جئن چنگهاڙ ڪرين،
سان راڳي وانگر راڙ ڪيان-
مان تنهنجو وچتر ويري هان،
تو توتي ترچي تاڙ ڪيان.

مان ڏوهي هان، مان ڏوهي هان-

تون ٻيون جهونو ٻـَت- جهـَڙ جو،
مـان ڳاڙها ڳـَپ بهارن ۾ جا؛

تون چوٽِ نہ لاٿين پاڇي کي،
مان ڳايان گيت چمارن جا!

جيت ڪـَٽڪـَڙهي، جيت لوهہ رجي،
آت ڏَرٽا ڏنوٽيءَ وارن جا.

مان ڏوهي هان، مان ڏوهي هان-

سون گيت چيا ها ڪويل تي،
ڪـَلهہ ڪيسوڦل جي تارين جا؛

تو جهرمر جهرمر گيت چوان،
اڄ جهڙمر جهڙمر سارين جا-

ڪي گيت ڏجهايل ڏاتن جا،
ڪي گيت هـَپايل هارين جا.

مان ڏوهي هان، مان ڏوهي هان-

جنهن وقت اُٻَن ۾ آڙسر تي
ڪي آسرونـد اچن تا پيا،

۽ آنـڌيءَ مـانجهيءَ اوٻـر ۾
هي سـاوا گيت پچن تا پيا،

تو آءُ وڏي ويـڙهاند ڏسـان،
۽ منهنجا انگ نچن تا پيا.

مان ڏوهي هان، مان ڏوهي هان-

جنهن وقت لٽڪن ۾ لوسائيل
انسان ڳايين .مان نڪرن تا،
جنهن وقت دُکن ۾ دونهاتيل
مزدور ميلين مان نڪرن تا،
مان پنهنجي تندُ تپايان ٿو،
۽ درد دلين مان نڪرن تا.

مان ڏوهي هان، مان ڏوهي هان-

مون آزاديءَ جي ٻَسٽَن هنئي،
مون لاٿا طوقُ غلامن جا،
هي گيت هُيا يا جادو ها،
زنجير ٽُٽا ايامن جا!
سڀ موتي سمجهي چونڊن تا
اڄ ڳوڙها مُنهنجي دامن جا.

مان ڏوهي هان، مان ڏوهي هان-

مٿون ذات انوکي آندي آ،
تي تند وڙهي تلوارن سان!
ٽڪرايان پنهنجا گيت جڏهن
تو آءِ سنڌ ديوارن سان،
تا تنهنجا ڀاري بُرجَ لڏن،
تون هيٺو آن هٿيارن سان.

مان ڏوهي هان، مان ڏوهي هان-

تون مون کي ڦاهي چاڙهيندين،
مان توکان مڙر نہ مرڻو هان-

گنهگار ڪندي جا مون کان پو،
تنهن جندڙيءَ جو مان جهڙو هان-

پيو چارڻ ٻڄي، چنگ ڪٽي،
مان وَرڻو هان، مان وَرڻو هان.

سي پهرين ڏوهي سڄڻ ٿا،
جي ڏاها ڏيهہ-ڏيا آهن.

مون ڪيئي ڏوهہ ڪيا آهن،
مان ڏوهي هان، مان ڏوهي هان-

---

راڳو- شينهن
ڪيسوڦل- سنڌ جو هڪ وڻ، جنهن ۾ نهايت رنگين گل ٿيندا آهن، جن مان رنگ ناهيا ويندا آهن.

۵

چا سوچان ٿو مان، ڪيئن چوان!

جيئن جهر-ڦڙچارو سڀني سان
جاڳي، ۽ شور سمندر جو
هن تي سايا جا وار ڪري.

جئن سُندر ناري ڦولن سان
پهچي، تہ پروهت مندر جو
پٽ کولڻ کان انڪار ڪري.

جنهن وقت بہ پنهنجي ديس اڳيان
تو اوريان ڏکڙو اندر جو
تو مون تي ڪَن-لاتار ڪري.

چا سوچان ٿو مان، ڪيئن چوان!

o

’تون ڪير؟‘
’اڙي مان رومي هان!‘
’اي رومي! مون کي وقت نه آ،
’ٻي وقت ڪڏهن، ٻي وقت ڪڏهن!‘

’تون ڪير؟‘
’اڙي مان تُلسي هان!‘
’اي تُلسي! مون کي وقت نه آ،
’ٻي وقت ڪڏهن، ٻي وقت ڪڏهن!‘

’هن پٿر ۾ اڄ نيٺ وڃي،
’مون ڏورا ڏاري، جان وڌي!
’اڄ آهه تصوّر روپُ وٺو،
’اڄ منهنجي ڌرتي آ مُرڪي!

’هيءَ مُرڪ سنورڻي آهه اڃا،
’ڪا ريکا پرڻي آهه اڃا،
’هي روپُ نيڪرڻو آهه اڃا،
’ڪا مَنهنجي ڪَرڻي آهه اڃا.

’اي رومي! مون کي وقت نه آ،
’اي تُلسي! مون کي وقت نه آ،

’ٻي وقت ڪڏهن، ٻي وقت ڪڏهن!‘
’اي راڳي! مون کي وقت نه آ‘.—

---

رومي— فارسي شاعر، جلال‌الدين رومي.
تُلسي— هندي شاعر، تلسي داس.

٥

اڄ گوڙي جيڏو ميهڻ وٺو،
ڪي هنئي دعا ڪان تا بان ڪن؛
تا دور سيتارا تير تير ڪن،
۽ در تي ڏيڏر تان تان ڪن.
اي ماءُ! اڄا به تہ آرهڙ ۾،

هڙ ڪونہ آيو!
هڙ ڪونہ آيو!

مون روز مٿيجر جي تارين جا،
تن ديس لڳايتا آڪنڙ ۾!
هڙ ڪڙهو ڪاهي اڇلو هو،
پر منهنجي ڪانيازي ڪڙ ۾.
اي ماءُ! اڄا به تہ آرهڙ ۾

هڙ ڪونہ آيو!
هڙ ڪونہ آيو!

مون هڻ لنہ چا چا سيءَ سنا!
چا ولهہ ڪيا وسڪارا بها!
او شال! اچي هڙ آرهڙ ۾،
مون روز پڇيءَ ۾ پيارا ها.
اي ماءُ! اڄا به تہ آرهڙ ۾

هڙ ڪونہ آيو!
هڙ ڪونہ آيو!

٥

هي بيتُ آئيي، هي ٻه ڳنولو،
جيڪي ٻه ڪٺين، جيڪي ٻه ڪٺين!

سون لاءِ ٻنهي ۾ فرق نہ آ،
هي بيتُ ٻه ٻم جو ساٿي آ؛
جنهن رڻ ۾ راتِ ڪَيا راڙا،
تنهن هنڌ ۾ چمر جو ساٿي آ—

ڪين بيتُ بچي ڦهلاءِ مثال،
جا ضرب هڻي، سا ڪاري آ؛
هي بيتُ آنهيءَ انباءِ مثال
بيدرديءَ سان ٻمباري آ،

جو ماني تُنهنجيءَ پنديءَ مان
هر روز ڪُتن جي وات وجهي،
۽ تنهنجا گيت چپني تنوڪان،
تنهن ڪوڙي تنهنجي ڏڙ ڳهت ٿي—

هي بيتُ ڪَٻهه جو بيتُ نہ آ،
سون آن ۾ ورڪي پڙهيو آهي!
تو اُڳ ٻه ڪيئي بيتُ ٻڌا،
تو وهم جمي ٻُڪ پڙهيو آهي—

١١٠١]

تون پڙک تہ هين جي قوّت کي،
هن کيئي قلعا مسمار کيا؛

انڊير-نگر جي بُرجن تي،
مون آن سان کيئي وار کيا-

هي بيت آئي، هي بر-گوا،
جيکي بہ کٿين، جيکي بہ کٿين!

---

مسمار کيا- ڊاهي ڊير کيا.

٥

دلِ روز چوي ٿـي دور وڃان،
مان پوپاڙيءَ جـي پنڇيءَ جان،
ڪنهن پوري ناسي بادل تي!

هـيءَ ماريءَ تـي هر وقت اَڳـي،
هـي شعلا منهنجا ٻـرـي،
ڇا جيءَ جلي ٿو جهڙي پَل تي!

ڪيت ويريءَ جـي وارُ نه آ!
ڇـا آ جـي ڪابہ اُڌارَ نـہ آ
هن هيڏي ساري جـَل ٿـل تي؟

ڪنهن وقت سيڙي ٿو سينگ سڄي،
ڪنهن وقت وڃائي چارَ وڃي،
آ پـهرو منهنجي پـَل پـَل تـي.

ڇا، ماريءَ جا تارا نہ ڪـَيان؟
ڇا، دل جـي ڳالهہ مڃي اَڏران،
ڪنهن پـوري ناسي بادل تي!

٥

کوناريءَ جتن کيتي بندر،
سانجھيءَ سونھن پکھاريو آهي،
آ گُل، پاڇل، وادي، ڪنڊيءَ تي،
پيڙيءَ پيڙيءَ هاريو آهي.

رنگ شفق جو ڳوڙها ڳوڙها،
جن کا سڄڻا ڳانءَ ڏيي ٿي،
ڌيري ڌيري پَر ٿي، ٻرتي،
ڪاري ڪنڌي رات لهي ٿي.

چانھ-چُڪي پي، ٿاٺي-منشي
قيدي واڙي ڪجھ سوچي ٿو.
'چور تہ ناهي، ها پر....' ۽ ٻو
واتُ لاڙي ڪجھ سوچي ٿو.

'هن جو پيءُ سپاهي پنهنجا
'ڏورَ ڏ ڳا سپ وڪني ايندو.
'ٺاٺيدار گهريا تي سَت سَوَ
'مان پانيان تو تي سَوَ ڏيندو!'

واهيري جي وڙ پپل ۾،
پويان پنڇي چوُن چوُن ڪن ٿا،
سارو جڳ تہ سانت پيو آ،
گهرَ گهرَ مڇر پڻ پڻ ڪن ٿا.

٥

لاڙي وينگس
ڇڄ چڙي، ٿي،
آن ـ ڪڻ تي آڏري آيل
ڪانو تڙي ٿي،
هن جا ڏيئي ٻار ٻڪايل،
ڏيء رڙي ٿي،
هيل ٻه ترڪ سوڪ کهڙو آ،
پوڪ مڙي ٿي،
ڏس ته وڏيرو آ، وهڙو آ!
گهات گهڙي ٿي،
باڪ ڦٽي ٿي،
شام لڙي ٿي،
لاڙي وينگس ڇڄ، چڙي ٿي.

٥

## (ويڙهاڪند ڪان پوءِ)

واڙيءَ ۾ ويڙهاڪند ڪيائون،
رَتَ رَتائون نـاڙيءَ تي....
چنڊُ گهـتا ۾ ڳـائڻ مـائڻ،
ريتـو رَتَ ڪهاڙيءَ تـي.

لالُ لـهوءَ ۾ تُبڪا تُبڪا
تـوريءَ وَل جا پيلا گل،
واءُ وَٽن ۾ سڏڪا سڏڪا....
هـاءِ ڪيسانو! ڪيڏي ڀُل!

چوڙي چيڪَ ڪَتا آيو آ
تـاٽيـدارُ آتـالـي سـان،
اَجَ اُجهائـي هڙ وجـٽو آ،
ريتي رَتُ جي پيالـي سـان.

هُن ڪي نه ڏني جنهن ڏُر به وَڍي،
سا ڏوهـي اڳرائـيءَ جـي.
تو چنڊُ ڏسي چـِٽ سيبَ ڪَڍي،
ڏي-وَٽُ پيـسي پائـيءَ جـي.

ڏوهـي هڙنـيدي ڏور وڏيـرو
مـُرڪـي وينو مـاڙيءَ تـي....
چـنـڊُ گهـتا ۾ پيرو پيرو،
ريتـو رَتَ ڪهاڙيءَ تـي.

٥

[جلاوطن ساٿيءَ جي موت تي]

اُڏرئي نيي طوطي وڃ پيئي نيي وڻ تي،
مُدت دِي وڇڙي آئي جنڊڙي ٻرڻ تي،
آلا لولي........

(هڪ سرائڪي لوڪ گيت)

---

موت تنهنجو جلاوطن ساٿي!
ياد آيو تہ دل پڄي پيئي....
اوچتو ڪنهن پهاڙ جي چوٽي
ڇپ جي ڇِت سان ڇجي پيئي!

ڪنهن ڪتي جو پنر جنم جي ڳالهہ،
تهڪ گهٽجي نيڙي نهوڙي ويا،
لڙڪ منهن تي لڙي نہ آيا ڪالهہ،
جيءُ جهوبي ويا جهنجهوڙي ويا.

ڪيئن ڇڄي ڪڏهن هوائن ۾
ٿي ميٺي سان وڙي مڪا ميلو!
ڪير گولي وڃي گهٽائن ۾،
سير ۾ جنهن پڄي پيو نماءُ!

منهن مٽائي ويئين وڃي وارا!
موت آسان، زندگي مشڪل۔
دور آڪاش ۾ رلي وارا!
ڌرتيءَ جي گهڙي گهڙي مشڪل.

اڄ ڪَرايون لنهو لنهو آهن،
پو بہ زنجير نيٺ ٽُٽڻو آ؛
ٻاهريءَ ڪنڌ تي بہ ٿا ڪاهن
پير پنهنجا، تہ پنڌ ڪَٽڻو آ.

جي سَڀئي قدم ڇڻي پنهنجا
ڪاٻہ منزل، تہ تون ڪٿي هوندين؟
هاءِ، منهنجا جلاوطن پيارا!
جي گهڙي ٻڏل، تہ تون ڪٿي هوندين؟

## ۵

### [ڦولان ماچائي]

ڪاري جي ڏوري ۽ ماڇر جي ڇوري، ٻنهي جو انت ڪنهن به نه لڌو آهي- هڪ چوڻي.

---

ڦولان هڪ ماچائي هئي،

ڳاڙهي ڇيٽ اچي ۽ ڦلڙيءَ سان
گربيءَ تي پابندي هئي؛
سڄ ڪتنيءَ سان ايندي هئي جئن،
مياڻي مهڪي ويندي هئي.

ڏيرڙ مستان هوءَ ويندو ناهي،
ڏينيوڙي نه ڏيکيندي هئي-
رمتو، مٺتو، خانو، خيسرو،
ڪنهن کي وڄهڻ نه ڏيندي هئي.

هسڻ ڏنا تي ڪالهه هالورا
چا ڇبا ننديءَ ننڍيءَ تي!
روز آڏيءَ تي اِئن ايندي هئي،
ڪونج اهي جئن ڪنڍيءَ تي.

پوءِ ڪندي هئي پيرا پيرا
ونڊ ڏئي سينگاريءَ کي،
آچايندي هئي آچتا چاتڙ،
سڄ روپهريءَ واريءَ تي.

سانجهيءَ جو هوءَ سونيون سُرڪيون
پر تي چمڪائيندي هئي،
ڪينجهر جي مَدمست هَوا ۾
ٻوڙ ڏسي ڳائيندي هُئي.

هَرَ هَرَ جو هُنَ ڳالهه ٻُڌي هئي
ٿوريءَ چام ٻماچيءَ جي،
سوچيندي هئي، اڇو آهي
جهونجهڪڙي جو جهومر تي....

'هُن جو سيج: سمان پرين آ،
نيٺ تہ تنهن تي اڇو آ!
پنهنجا جيءَ جواهر سانديي،
تيستين سون کي ٻچو ا-

ڪينجهر نيٺ هندورو ٿيندو،
جي ڪا اَنبر هيٺ لڳي!'-
هرڪ تہ هُنَ تي هر ڪنهن هاريو،
پو بہ پرولي ڪنهن تہ پُڄي.-

قولان ڪنهن جي راڻي هئي؟
قولان، سڀا مَاچاڻي هئي آ-

وينڌو- وارن جو ڇاوَ، جو نيهگريون نيرڙ تي لٽڪائيندون آهن.
هالورا- چلڪا.

٥

[ ٻہ ساٿي ]

ڪاري رات، ڪُويري ڦڙ ڦڙ،
ويروتار رهتي آ رم جهم....
ٽپ ٽپ، ٽپ ٽپ، ٽم ٽم، ٽم ٽم،
’هِن پاسي مڙ! هِن پاسي مڙ!

’هيءَ گهٽي آ هُن جي گهر جي.
’ايڏو ڏاڍيان ٺڪ ٺڪ دَر جي!
’ننڊ پيو آ... اُف، هي ڇا هي؟
ڪُجهہ بہ نہ، وڻ جو پاڇو آهي.‘

ڪاري رات، ڪُويري ڦڙ ڦڙ،
ساري رات رهي آ رم جهم....
ٽپ ٽپ، ٽپ ٽپ، ٽم ٽم، ٽم ٽم،
’چُپ! ايڏو لُڙ! چُپ! ايڏو لُڙ!‘

’رستي تان هُو ڪير ويو ٿي؟‘
’سرڪاري جاسوس لڳو ٿي!‘
ٺڪ ٺڪ! ٺڪ ٺڪ! ’ننڊ پيو آ!
’هائي ڇا ٿئي؟ ڏيڊ وڳو آ!

جهڙ ٻہ ٽہ ڏاڍو گهاٽو آهي،
ڇڄ کو وهم جو ماٺو آهي؛
پيالو آهي ڦاٽو آهي!

هائو، جهڙ ٻہ ٽہ ڪارو آهي!
جڳنوءَ جوت نہ تارو آهي...
ڇڙو کو هناٺي چارو آهي!ـ

٥

ڪارو ڪانگ پريان پڙنم ۾
آيو آهي، آتو آهي-
مون کي گهوري ماٺ ڪڙو آ،
هونءَ تہ هو وڏ-واتو آهي.
شايد سوچي ٿو تہ اڇا مون
گيت آڏورو ڳاتو آهي.
شايد سوچي ٿو تہ اڇا هي
انگ انگ نہ ماتو آهي.
چڙ تہ ڪنياتو ڀاتو آهي!
پوءِ بہ ڏاڍو آتو آهي-
ڪارو ڪانگ پريان پڙنم ۾.

٥

گهايل سوار کي
کارا ڪُميت تون
ڪيڏانهن نينديــن؟

اوچي پهاڙي، ڏاگها ڏيرا،
چارا هچارا، پاڏي نه پيرا،
پٿر پراهان تربچا تکيرا،
آ روهه رانيو، تي سانجهه ويرا....
اڄ شهريار کي
کارا ڪُميت تون
ڪيڏانهن نينديــن؟

گهڙ گهٽ هوا جاڪُڪرا آڏائن،
چڙهه ڳرڙ ڪيئي تا ڦڙڦڙائن؛
تنهنجي هني تي هانچا وڏائن،
ٿو گهاو هن جا وڌ چڪائن....
هين بيقرار کي
کارا ڪُميت تون
ڪيڏانهن نينديــن؟

ڪُميت ـ ڪارپ مائل ڳاڙهو ناسي گهوڙو

٥

هو چوَن ٿا۔

تون وڏو غدّار آهين،
زندگيءَ سان پيار آهين،
موتَ کان انڪار آهين!

ديس سارو خودڪُشيءَ جو
جيڪڏهن سوچي، ته تون ڇو
تو جهلين اُن کي آڪيلو!

ڏينهن ڏي تو ڇو. ڏنو؟
رات قسمت جو چٽو آ،
موتُ هرڪنهن کي مِٺو آ۔

تون وڏو غدّار آهين،
تو آڪيلا ناهَه ٿاهين،
۽ نرالا چاهَه چاهين!

مان چوان ٿو۔

زندگيءَ سان پيار آهيان،
موت کان انڪار آهيان،
انَ ڪري غدّار آهيان!

ديس سارو خودڪُشيءَ جو
جيڪڏهن سوچي، ته پو ڇو
مان جهَليانَ اُن کي آڪيلو؟

ڪَنڌَ جو ڪو سَنڌُ آهي،
موتَ تي ڪو مَنڌُ آهي،
جو هُنن سان گَنڌُ آهي!

ڇا، هُنن سان ناهه ٿاهيان،
۽ هُنن جا چاهه چاهيان،
جيڪڏهن غدّار ناهيان!۔

٥

جِت لُڪ لڳي، جِت آڪ تپن،
سو ديسُ مسافر، منهنجو ڙي!

جِت سيج ڦلا ٿي نڪري ٿو
۽ آڪ اُلا ٿي نڪري ٿو،
جِت ڏينهن ڪَڙهائيءَ جيئن ڪڙهن،
سو ديسُ مسافر، منهنجو ڙي!

جِت ڪاري اُس ڪَنواٽن تي،
۽ ويڙهيچن جي واٽن تي
ٿا واريءَ جا وسڪارُ ٿين،
سو ديسُ مسافر، منهنجو ڙي!

جِت ماڪَڙ ماڪَڙ ٻِٽن ٻي،
۽ گرم هَوا جي جهٽن تي
ٿا جهانگيئڙا جهونجهار جيئن،
سو ديسُ مسافر، منهنجو ڙي!

جِت آنڌ آڪَس ۾ گهارن ٿا
۽ تيڙڪي تاڙو تارن ٿا،
جِت مينهن-ڦڙيءَ جي لاءِ مَرن،
سو ديسُ مسافر، منهنجو ڙي!

جِت ڪيئي صدين سالن کان،
پَنولارن کان پاتالن کان،
ٿا ڌُرت آچن، ڌهڪاو پِوَن،
سو ديسُ مسافر، منهنجو ڙي!

ڪو ساوڻ نيٺ تہ وسڻو آ
۽ گاھہ گسن تي گسٹو آ،
جيت نيٺ ڪڏھن ولھار وسن،
سو ديسُ مسافر، منھنجو ڙيءَ!

آ آسَ اِھا ھڪوار وسن،
۽ جر ٿر ويروتار وسن،
۽ بادل برسي بسَ نہ ڪن!
سو ديسُ مسافر، منھنجو ڙيءَ!
سو ديسُ..........................

---

ٿيلا واريءَ جا دڙا.

٥

[ٻہ وأکا]

ڪٿي تہ ٻجھو ٿڪہ
مسافر!
ڪٿي تہ ٻجھو ٿڪہ!

آڌي رات، أنڌ ۾ ڪانيو،
اکيتان چوڌهڙ لڪہ
مسافر!
ڪٿي تہ ٻجھو ٿڪہ!

راڳي وانگر واءُ رڙي ٿو،
ڏورانهين ڪان ڏڪہ!
مسافر!
ڪٿي تہ ٻجھو ٿڪہ!

آيرو أيہ، ڪنوڻ جو ڪجڪو،
هاڻ اڪيلو آڪہ!
مسافر!
ڪٿي تہ ٻجھو ٿڪہ!

.... .... ....

ماڻهو آ ڏونگر ڪان ڏاڍو۔
جي ڪو توکي شڪہ!
مسافر!
ڪٿي نہ ٻجھو ٿڪہ.

آڌي رات، اُتر ۾ ڪانپيو،
اڳنان، چڙهڻ لَڪَڙ۔
مُسافر!
ڪٿي نہ پڄبو تَڪَڙ۔
مسافر!
ڪٿي نہ پڄبو تَڪَڙ۔

---

چڙهڻ لَڪ۔ هڪ اوچي لَڪَ جو نالو، جنهن مان لنگهي، ٿاڻي بولا خان ڏانهن وڃبو آهي، ۽ جنهن جي اُتر ۾ ڪانيو پهاڙ آهي۔

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندڙ نسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ٿي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، چُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعويٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگھن ٿا. ٻين لفظن ۾پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن ڪي ڊِجيِٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ ڪان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگھي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ کان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران کَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهه ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو ته:

گيتَ بهِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.
... ...
جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهه پهاڙ ڇُپن ٿا؛
... ...
ڪالههَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهه نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بهِ ڄڻ گوريلا آهن........
... ... ... ...
هي بيتُ اَٿي، هي بَم - گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَّ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڻڄاڻائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ "هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو" ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين

ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽُر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ياڪي پائي چيو تہ "منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ".
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)